# بيت

صوفين صاف ڪيو ڏوئي ورق وجود جو

تهان پوءِ ڏيو پسڻ مون پرين جو (شاه عبداللطيف)

# جواهـــــر ســـيـــفـــيه (مترجم سنڌي)

مصنف:

سيد احمد علي شاه ترمذي سيفي

مترجم:

شوڪت علي راهمون سيفي

ناشر

جامعہ امام ربانی مجددالف ثانی رحمہ اللہ تعالیٰ فقیرکالونی اورنگی ٹاؤن نمبر ۱۰کراچی غربی

# ”تحديث نعمت“

فقير پر تقصير شوڪت علي راهمون سيفي کي هن عظيم ڪتاب ”جواهر سيفيه“ جي سليس سنڌي ۾ ترجمي ڪرڻ جي سعادت حاصل ٿي آهي ۽ ان جو ڪارڻ صاحبزاده والا شان فقيہ العصر محقق الدهر واقف اسرار معرفت قبلا سائين پير مفتي عبد الحق شاهه صاحب ترمذي ماتريدي دامت برڪاتهم العاليه جو حڪم ٿيو ۽ اسان جي مخلص دوست محترم اشتياق حسين سيفي صاحب زيد شرفه جي محبت پري مشوري فقير کي هن سعادت عظميٰ تي آمادو ڪيو. الله تعاليٰ مرشد ڪريم بحرالفيوضات منبع المعارف قدوة المشائخ العالم النبيل والفاضل الجليل مناظر اهل سنت مرشدي ومربي سيّدي وسندي مفتي سيد احمد علي شاهه صاحب سيفي مبارڪ کي عمر دراز عطا فرمائي ڪين فيضان کي دنيا جي ڪند ڪڙڇ تائين پهچائي آمين. فقير پر تقصير جي مٿان اڻ ڳڻيا احسان فرمايا اٿن جيڪي احاطئه قلم وقرطاس ۾ وڏو مقام رکن ٿا مرشد ڪريم جي فياضي کوڙ ساري تشنگانِ معرفت کي معرفت الٰهي جي دريا منجهان سيراب ۽ سرخرو ڪيا اٿن ۽ اها فياضي سندن دولت ڪدي تي جاري ۽ ساري آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه اهڙن ئي الله وارن جي صحبت ۽ سنگت جو سبق ڏنو آهي.

## بيت

سپ سياهي آهي آري ڄام ري
ڪڏهن پسي ڪانه ڪا ري لالڻ لالائي
دود دل تان دور ڪري ڪر ساجن صفائي
من لاشيخ له فشيخه الشيطٰن ان ري اونداهي
هو ڄا هلي هيڪلي سا گيرب گمائي
بلا شيخ من يمشي في الطريق اهڙي اوائي
تنهن ري توائي ڪوڙين ٿين ڪيترين

---

مرشدن ڪريمن جي مقام ۽ مرتبي جو هڪڙو اشارو مخدوم زمان شاهه سلطان الاولياء جي ڪلام مبارڪ مان به ملي ٿو سو هن ريت ته.

قلم جن جي هٿ سي جي ڪرم ڪن
ميتي انگ اڳيان واري پيا لکن
ته مهندا محبوبن ڪجڻ نه آهي ڪنهن کي

خاڪپاءِ مرشد

شوڪت علي راهمون سيفي

٢٠٢٢/٠٣/١٨

**ياالله جل جلاله بسم الله الرحمٰن الرحيم يامحمد صلى الله عليه وآله وسلم**

**اَلحَمدُلِلّٰهِ الَّذِی هَدٰنَااِلٰی صِرَاطِ الَّذِینَ أَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيهِمْ مِنَ النَّبِيّينَ وَالصِّدِّيقِينَ وَالشُّهَدَاءِ وَالصَّالِحِينَ وهَذا صِرَاط مُستَقِيم وَالصِّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰی مَن هُوَ وَسِيلَتُنَا اِلَی اللّٰهِ تَعَالٰی وَسِيلَةً كَامِلَةًفِی الدَّارِينِ مُحَمّد اَفضَلُ الكَائِنَاتِ سَيِّدُنَا وَسَيِّدُ المُرسَلِينَ الَّذِی دَفَعَ اللّٰہ بِه بَلَآءَ الكُفرِوَالشِّرکِ وَالِالحَادِ فِی الدِّينِ وَعَلٰی اٰلِه الطَّاهِرِينَ وَاَصحَابِهِ الَّذِينَ هُم مِعيَارُ الحَقِّ وَنُجُومُ الهِدَايَةِ وَاليَقِينِ۔ وَاَولِيَاءُ اللّٰهِ تَعَالٰی وَاَحِبَّائُهُ الَّذِينَ اَعلَنَ اللّٰهُ بِالحَربِ مَعَ اَعدَائِهِم وَهُمُ الَّذِينَ لَا خَوفٌ عَلَيهِم وَلَا هُم يَحزَنُونَ خُصُوصًا عَلٰی صَاحِبِ الوَقتِ قَيُّومِ الزَّمَانِ قُطبِ الاِرشَادِ نَائِبِ مَنَابِ الرَّسُولِ الامِينِ سَيِّدِی وَمُرشِدِی وَمُحسِنِی وَوَالِدِی مَعنًا وَرُوحًا آخُوندزَادَه سَيِّفُ الرَّحمٰنْ بنُ القَارِی سَرفَرَازخَان النقشبندی، الجشتی، القادری، السهروردی، المجددی الهاشمی الطالقانی المعروف به (پيرارچی خراسانی) اَدَامَ اللّٰهُ عَلَينَامِن فُيُوضَاتِهِ وَبَرَكَاتِهِ وَعَلٰی مَن تَبِعَهُم اِلٰی يَومِ الدِّينِ۔ آمين۔**

**اَمَّابَعدُ!**

پوءِ عرض ڪري ٿو فقير سيد احمد علي شاه سيفي بن سيد حمير شاه بن سيد حسين شاه (رحمة الله عليهم اجمعين) ته ڪجھ دوستن ۽ اصحاب طريقت جي اها سڌ ۽ آچ هئي ته توهان پنهنجي طرق اربعه نقشبنديه، چشتيه، قادريه، سهرورديه، جا اسباق مع طريقه وشجره جي ۽ حضرت مبارڪ صاحب رحمة الله عليه جي شب و روز جا معمولات اردو زبان ۾ ڪتابچي جي صورت ۾ تحرير فرمايو. جنهن مان احباب و سالڪين فائدو وٺن ته ڪافي بهتر ٿيندو. جيتوڻيڪ منهنجي طبيعت ناساز هئي پوءِ انهن جي گهڻي اصرار تي مون هي ڪتابچو تحرير ڪيو جيڪو توهان جي سامهون آهي. دعا آهي الله ته الله جل مجده تعاليٰ هن ڪتابچي کي تمام سالڪانِ طريقت ۽ ٻين مؤمنن جي

صراط مستقيم تي هلڻ جو ذريعو ۽ دستورالعمل بڻائي. آمين بجاه سيد المرسلين صلواة الله عليهم اجمعين.

مديني جي ماڻهن جي ٻولي وٽي تي
لاالٰه الا لله جي لولي وٽي تي

فقير سيد احمد علي شاه حنفي ترمذي سيفي نقشبندي سڪنه شالپن ضلعو سوات حال فقير ڪالوني اورنگي ٽائون مهتمم وباني جامعہ امام رباني مجدد الف ثاني رحمة الله عليه و وقار المساجد ڪراچي سنڌ.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# تصوف جي حقيقت

در اصل تزڪيو، احسان، تصوف ۽ سلوڪ هڪ ئي مفهوم جي لاءِ مستعمل مختلف الفاظ آهن ۽ انهن مان مقصد صرف ۽ صرف قرآن ۽ سنت تي عمل ڪرڻ آهي ۽ سلوڪ ۽ تصوف جا تمام بنيادي اصول ۽ ضابطا قرآن ۽ حديث مان ورتل آهن.بالفاظ سيد الطائفه حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه علمنا هٰذا مشيذ بالڪتاب والسنة (قرآن ۽ تصوف) يعني ”اسان جي هن علم (تصوف) کي قرآن پاڪ ۽ حديث بلند مقامات تائين پهچائي ڇڏيو آهي“ ۽ جيڪو طريقو قرآن ۽ سنت جي خلاف هجي اهو تصوف نه آهي زندقو آهي.

هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو ته ماهرين علم روحانيت يا معرفت کي صوفي ڇو چيو ويو؟ هن جون ڪيئي وجهون آهن. هڪڙي وجه اها آهي ته جيئن ته هنن جو نصب العين صفحه باطن هو سي صوفي سڏجڻ لڳا پي وجه هي آهي ته جيئن انبياء عليهم الصلوٰة والسلام ۽ ڪوڙ سارا صحابه ڪرام رضي الله عنهم جي عمل جي مطابق اهي حضرات اڪثر صوفي يعني ان جا ڪپڙا يعني (سوٽي ڪپڙا) پائيندا هئا. هن نسبت سان اهي به صوفي مشهور ٿي ويا ٻئين وجه اها آهي ته انهن حضرات جو مسلڪ اصحاب صفه جي مسلڪ جي مطابق هو يعني گوشو نشيني ۽ هر گهڙي ياد خدا ۾ مشغول رهڻ هو. هن نسبت سان به اهي صوفياء ڪرام جي نالي سان موسوم ٿيڻ لڳا. بلاشبه لفظ تصوف جي لغوي تحقيق ۾ اختلاف آهي ته هي صفا مان مشتق آهي. صوف کان يا صفو کان پر هن جي مفهوم ۽ مصداق ۾ ڪڏهن به اختلاف ڪونه ٿيو. لغت

جي اعتبار سان تصوف جي اصل توڙي صوف هجي ۽ حقيقت جي اعتبار سان هن جو رشتو پلي صفا سان وڃي ملي. هن ۾ شڪ نه آهي ته هي دين جو هڪ اهم شعبو آهي.

جنهن جو اساس (بنياد) خلوص في العمل ۽ خلوص في النيت تي آهي ۽ جنهن جي غايت ( ڪارڻ ) تعلق مع الله ۽ حصول رضاء الٰهي آهي. قرآن ۽ حديث جي مطالعي، نبي ڪريم ﷺ جي اسوه حسنه ۽ آثار صحابه رضي الله عنهم مان هن حقيقت جو ثبوت ملي ٿو. شاه عبداللطيف رحمة الله عليه فرمائي ٿو.

(١)

ڪاهوڙين خفي ڪان سوجهي لڌو سبحان
هوسين گڏجي هو ٿيا بابو ٿيان بريان
عاشق اهڙي اکرين لنگهيا لامڪان
پوءِ سيوئي سبحان آيو نظر انهن کي

(٢)

اکر پڙه الف جو، ٻيا ورق سڀ وسار
اندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا
هوت تنهنجي هنج ۾ پڇين ڪوپيئي
وفي انفسڪم افلاتبصرون سوجهي ڪر صحيح
ڪڏهن ڪانه ويئي هوت ڳولڻ هٿ تي

# تصوف

لفظ تصوف چار اکرن جو مرڪز آهي جنهن جي تزئين هن ريت آهي ته:

(ت) مان مراد توبه آهي (ص) مان مراد صفائي آهي (و) مان مراد ولايت آهي جيڪو قلب جي صفائي کان پوءِ حاصل ٿيڻ وارو هڪ مرتبو آهي. (ف) مان مراد فنافي الله آهي ته صوفي جي باطن ۾ ان جون بشري صفتون فنا ۽ الله تعاليٰ جون صفتون باقي رهجي وڃن ٿيون. عهد رسالت ﷺ ۽ صحابه ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين جي دور ۾ جهڙي طرح دين جي ٻين شعبن تفسير، اصول، فقه، ڪلام وغيرهم جا نالا ۽ اصطلاحون وضع نه ٿينديون هيون گهڻو ڪري ته انهن جا اصول ۽ ڪليات موجود هئا جنهن جا عنوانن هيٺان اهي شعبا بعد ۾ مدوّن ٿيا اهڙي طرح دين جو هي شعبو به موجود هو. ڇاڪاڻ ته تزڪيئه باطن خود پيغمبر ﷺ جي فرائض ۾ شامل هو صحابن جي زندگي به انهي جو نمونو هئي پر انجي تدوين به ٻين شعبن وانگر بعد ۾ ٿي. صحابيت جي شرف ۽ لقب جي موجودگي ۾ ڪنهن ڪي الڳ اصطلاح جي ضرورت نه هئي. اها ئي وجهه آهي ته صحابه ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين جي لاءِ متڪلم، مفسّر، محدّث، فقه ۽ صوفي جا القاب منقول ڪونه ڪيا ويا. ان کان پوءِ جنهن ماڻهن دين جي هن شعبي جي خدمت ڪئي ۽ ان جا عامل ۽ متخصص قرار پاتا. انهن جون زندگيون زهد ۽ اتقاء ۽ خلوص ۽ سادگي جو عمدو نمونو هيون. انهن جي خوراڪ به سادي هئي ۽ لباس به ٿلهو ۽ ننڍو ۽ گهڻو ڪري صوف (سُٽ) وغيره جو هوندو هو. ان ڪري اهي ماڻهن ۾ صوفي جي لقب سان ياد ڪيا ويا. ۽ هن نسبت سان انهن سان متعلق شعبه دين کي

بعد ۾ تصوف جو نالو ڏنو ويو. قرآن حڪيم ۾ هن کي تقويٰ، تزڪيه ۽ خشية الله سان تعبير ڪيو ويو آهي ۽ حديث شريف ۾ انکي (احسان) سان موسوم ڪيو ويو آهي ۽ انکي دين جو ما حصل قرار ڏنو ويو آهي. هن جي تفسير حديث جبريل عليهم السلام ۾ موجود آهي. مختصر هي ته تصوف، احسان، سلوڪ ۽ اخلاص هڪ ئي حقيقت جون مختلف تعبيرون آهن. نبوت جا به پهلو آهن. ۽ ٻئي هڪجهڙي اهميت رکن ٿا.

كما قال الله تعالي لَقَدْ مَنَّ اللّهُ عَلَى الْمُؤمِنِينَ إِذْ بَعَثَ فِيهِمْ رَسُولاً مِنْ أَنفُسِهِمْ يَتْلُو عَلَيْهِمْ آيَاتِهِ وَيُزَكِّيهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتَابَ وَالْحِكْمَةَ (آل عمران ١٦٤)

يعني بيشڪ الله تعالي جو وڏو احسان ٿيو جو مسلمانن تي ته انهن منجهان هڪ رسول موڪليائين جيڪو انهن تي ان جون آيتون پڙهي ٿو، ۽ انهن کي پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ٿو.

نبوت جي ظاهري پهلو جو تعلق تلاوت آيات ۽ تعليم و تشريح ڪتاب سان آهي ۽ انجي باطني پهلو جو تعلق تزڪيه باطن سان آهي. جنهن نفوس قدسيه کي نبوت جي ظاهري پهلو سان زياده حصو مليو آهي مفسر، محدث، فقيه ۽ مبلغ جي نالن سان موسوم ٿيا، ۽ جنهن کي ان سان باطني پهلو سان سرفراز فرمايو ويو، انهن مان بعض غوثيت، قطبيت، ابداليت ۽ قيّوميت وغيره جي منصبن تي فائز ٿيا. مگر انهن سڀن جو سرچشمو ڪتاب و سنت آهي، الله ۽ ٻانهي جي وچ ۾ ڳانڍاپو قائم رکڻ واري شئ اعتصام بالڪتاب والسنة آهي اهو ئي مدار نجات آهي. قبر کان حشر تائين اتباع ڪتاب و سنت جي متعلق ئي سوال ٿيندو. جيڪڏهن ڪير شخص هوا ۾ اڏرندو اچي مگر انجي عملي زندگي ڪتاب و سنت جي خلاف آهي ته اهو ولي الله ڪونهي بلڪه ڪوڙو

آهي. شعبدي باز آهي. ڇاڪاڻ ته تعلق مع الله جي لاءِ اتباع سنت لازمي آهي كما قال الله تعاليٰ: قُلْ إِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّونَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُونِي يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ (آل عمران ا ٣)يعني اي محبوب ﷺ تون فرماء ته ماڻهوؤ! جيڪڏهن توهان الله تعاليٰ کي محبوب رکڻ چاهيو ٿا ته منهنجا فرمانبردار ٿي وڃو الله تعاليٰ توهان کي دوست رکندو.

## بيـــــت

ويئي ور نه پون سُتي ملن نه سپرين
جي مٿي رندن رئن ساڄن ملي تن کي

(شاه عبداللطيف)

اتباع سنت جو پورو پورو حق هنن الله وارن ادا ڪيو جنهن نبوت جي ظاهري ۽ باطني ٻنهي پهلوئن جي اهميت کي محسوس ڪيو ۽ هميشه پيش نظر رکيائون. ۽ تبليغ واشاعت دين کي تزکيه نفوس کان ڪڏهن به ڌار ٿيڻ نه ڏنائون. تمام ڪمالات ۽ سڀ مناصب حضور اکرم ﷺ جي اتباع جي بدولت ئي حاصل ٿين ٿا. ۽ تصوف جو اصل سرمايو اتباع سنت آهي.

## موضوع علم تصوف

ڪنهن علم جي موضوع جو تعين انجي عوارض ذاتيه جي بحث سان ٿيندو آهي. پوءِ علم تصوف جو موضوع مڪلفين جا احوال آهن مگر مطلقا احوال نه آهن بلڪه هن حيثيت سان ته ڪهڙو فعل قرب الٰهي جو سبب بنجندو آهي ۽ ڪهڙو فعل (ڪم) الله کان دوري جو موجب جيئن ته علم طب ۾ موضوع بدن انساني آهي پر مطلقا بدن ڪانهين بلڪه من حيث الصحة والمرض

(صحت ۽ بيماري جي حيثيت سان) پوءِ علم تصوف ۾ به احوال مڪلفين جي متعلق الله تعاليٰ جي قرب وبعد جي حيثيت سان بحث ٿيندو.

(دلائل السلوڪ)

## علم تصوف جي تعريف ۽ غايت

قال القاضي شيخ الاسلام زكريا الانصاري رحمه الله تعاليٰ التصوف علم تعرف به احوال تزكية النفوس وتصفية الاخلاق وتعمير الظاهر والباطن لنيل السعادة الابدية ويحصل به اصلاح النفوس والمعرفة ورضاء الرب وموضوعة الزكية والتصفية وتعميرات المذكورات وغايته نيل السعادة الابدية.

يعني تصوف اهو علم آهي جنهن جي ذريعي انسان تزڪيه نفس، اخلاق جي صفائي ۽ ظاهر وباطن جي تعمير ڄاڻي وٺي ٿو تانته اهو ابدي سعادت سان همڪنار ٿي وڃي. ۽ انجي نفس جي اصلاح ٿي وڃي ۽ پنهنجي نفس کي سڃاڻي ڪري پنهنجي رب جي معرفت ۽ رضا حاصل ڪري وٺي ۽ ان جي معرفة حاصل ٿئي. ۽ تصوف جو موضوع تزڪيو ۽ تصفيو ۽ تعمير باطن آهي ۽ هن جي مقصد ابدي سعادت جو حصول آهي۔[1]

شيخ احمد زرّوق رحمة الله عليه فرمائن ٿا: تصوف اهو علم آهي جنهن جو مقصد دلين جي اصلاح ڪرڻ ۽ انهن کي صرف الله جي لاءِ خاص ڪري ڇڏڻ آهي، ۽ فقه، عمل جي اصلاح ۽ پوري نظام جي حفاظت ۽ احڪام ۾ پوشيده حڪمتن کي پڌرو ڪرڻ جو نالو آهي ۽ علم توحيد جو مقصد هي آهي ته مقدمات کي براهين و دلائل سان ثابت ڪيو وڃي ۽ ايمان کي يقين

---

[1] (عليٰ هامش الرسالة القشيرية ص7)

جي زيور سان آراسته ڪيو وڃي جيئن ته طب جو مقصد اجسام جي حفاظت ڪرڻ آهي ۽ علم نحو جو مقصد زبان جو غلطين کان محفوظ ڪرڻ آهي.

شيخ حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه فرمائن ٿا: تصوف هي آهي ته هر سٺي عادت ۽ طريقي کي اپنايو ۽ هر بري طريقي ۽ عادت کي ترڪ ڪيو وڃي. ابو نصر عبدالله بن علي السراج الطوسي رحمة الله عليه سندن ڪتاب اللمعته ۾ لکن ٿا: حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جي استاد محمد علي بن قصاب رحمة الله عليه کان تصوف جي سچاڻپ ۽ اصليت ۽ حقيقت پڇي ويئي ته هن وراڻيو.

اهڙا بهترين اخلاق جيڪي وقت ۾ واقع ٿين چڱي ماڻهو کان ظاهر ٿين ۽ انهن جو تعلق به سٺن ماڻهن سان هجي حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه فرمايو: جڏهن تون الله کان سواءِ ڪنهن به ٻي سان تعلق نه رکندين ته اهو تصوف هوندو.

حضرت رويم رحمة الله فرمايو: نفس کي الله تعاليٰ تي ائين ڇڏي ڏيڻ جو اهو جيڪو چاهي انکان ڪم وٺي تصوف سڏجي ٿو. حضرت سمنون رحمة الله عليه فرمايو: جڏهن تون ڪنهن شئ جو مالڪ نه آهين ۽ نه ئي تنهنجو ڪير مالڪ آهي ته هي تصوف هوندو.

حضرت ابو محمد جريري رحمة الله فرمايو: هر سٺي خلق کي اپنائي وٺڻ ۽ بري خلق کان الڳ ٿلڳ ٿي وڃڻ تصوف آهي.

حضرت عثمان مڪّي رحمة الله عليه فرمايو: هڪ انسان کي گهرجي ته ڪيس موجوده وقت ۾ اهڙو ڪم ڪري جيڪو هن وقت جي لحاظ سان سٺو

هجي. حضرت علي بن عبدالرحيم رحمة الله عليه فرمايو: سندن مليل مقام کي پکيڙڻ ۽ دائمي اتصال تصوف سڏجي ٿو.[2]

ڪنهن بزرگ جو فرمان آهي ته تصوف سراپا اخلاق آهي پوءِ جنهن تنهنجي اخلاق ۾ واڌارو ڪيو هن توکي تصوف تي عمل پيرا ڪري ڇڏيو.

حضرت ابو الحسن شاذلي رحمة الله عليه فرمائن ٿا: تصوف نفس کي عبوديت جي سانچي ۾ ڍلڻ ۽ انکي احڪام ربوبيت جي طرف وٺي وڃڻ جو نالو آهي.

ابن عجيبه رحمة الله عليه فرمائن ٿا: ته تصوف اهو علم آهي جو جنهن جي ذريعي بارگاه خداوندي تائين رسائي باطن جي براين کان صفائي ۽ انکي مختلف فضائل سان سينگهارڻ جي ڪيفيت معلوم هجي. هن جي ابتداء علم چڱا ڪم ڪرڻ ۽ انتها عنايت خداوندي آهي صاحب ڪشف الظنون فرمائن ٿا: هي اهو علم آهي جنهن ۾ اهل ڪمال جون منزلون سعادت ۾ ترقي ڪرڻ جي ڪيفيت معلوم ٿئي. پاڻ فرمائن ٿا ته علم تصوف اهو علم جنهن کي عقلمند ۽ صاحب حال ئي ڄاڻي سگهي ٿو، انکي اهو ئي ماڻهو ڄاڻي سگهي ٿو جنهن کي ان جو مشاهدو هجي. انڌو سج جي روشني جو ڪيئن ٿو مشاهدو ڪري سگهي. شيخ زروق رحمة الله قواعد تصوّف ۾ فرمائن ٿا: ته علم تصوف تي اٽڪل 2000 يه هزار تاليفات جو لبّ لباب صدق دل سان الله تعاليٰ جي طرف متوجهه ٿيڻ آهي ۽ هن جون مختلف صورتون آهن تصوف جو دارو مدار مادي آلائشن کان دل کي صاف ڪرڻ تي آهي ۽ هن جي بنياد خالق حقيقي سان پاڻهي جي تعلق قائم ڪرڻ تي آهي.

---

[2] (اللمعه ص: 85)

پوءِ صوفي اهو آهي جنهن جي دل پاڪ ۽ الله تعاليٰ سان معاملو صاف هجي. ۽ ان جي بارگاه کان ان کي خاص انعام ۽ اڪرام حاصل هجي.

## اصل تصوف

ليڪن انهن ظاهري وجوهات کان قطع نظر تصوف جو اصل احسان آهي. جيڪو هن حديث تي مبني آهي. جنهن کي عرف عام ۾ حديث جبريل چيو وڃي ٿو جڏهن صحابه ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين جي تعليم جي لاءِ حضرت جبريل عليه السلام انسان جي صورت اختيار ڪري حبيبن ڪريمن ﷺ وٽ آيو ۽ اسلام، ايمان ۽ احسان بابت دريافت ڪيائين ته احسان جو مطلب پاڻ سڳورن ﷺ ائين بيان فرمايو: اَنْ تَعْبُدَاللهَ كَاَنَّكَ تَرَاهُ فَاِنْ لَّمْ تَكُنْ تَرَاهُ فَاِنَّهُ يَرَاكَ۔[3]

(يعني تون خدا تعاليٰ جي عبادت ٻيئن ڪر ته تون انکي ڏسين ٿو، جيڪڏهن تون انکي نٿو ڏسي سگهين ته تحقيق اهو توکي ڏسي ٿو) مختصر لفظن ۾ صدق توجهه الي الله جو نالو مرتبئه احسان آهي جيڪو سمورن ڪمالات ظاهري وباطني جو اصل آهي دل کي ماسوي الله کان پاڪ رکڻ ۽ محبوب حقيقي کان سواءِ ڪنهن جو پنهنجي دل ۾ گزر ٿيڻ نه ڏجي سرمايه احسان آهي جيڪو تصوف جي نالي سان موسوم ٿيو تصوف نالو آهي مجموعو شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جو، شريعت واٽ آهي طريقت جي. مطلب آهي هن راه تي هلڻ ۽ جنهن مقام يا منزل مقصود جي طرف هي رستو رهنمائي ڪري ٿو اهو حقيقت چئجي ٿو ۽ حقيقت جي روشني ۾

---

[3] (البخاري (ت ٢٥٦)، صحيح البخاري ٥٠ • [صحيح] • )

جيڪو عالم راه طريقت جي سالڪ کي حاصل ٿيندو آهي انکي معرفت چوندا آهن.

هن مان ظاهر آهي ته تصوف ۽ شريعت ۾ ڪابه مغايرت نه آهي، شريعت تي عمل ڪرڻ جو نالو ئي طريقت يا تصوف آهي حضرت حاجي امداد الله مهاجر مڪي رحمة الله عليه شرح مثنوي ۾ هڪ حديث نقل ڪئي آهي اها هي آهي۔

اَلشَّرِيْعَتُ اَقْوَالِيْ و الطَّرِيْقَتُ اَفْعَالِيْ وَ الْحَقِيْقَتُ اَحْوَالِيْ وَ الْمَعْرِفَةُسِرِّیْ

شريعت منهنجي قولن جو نالو آهي، حقيقت منهنجي باطني ڪيفيت جو نالو آهي ۽ معرفت منهنجو راز آهي۔[4]

پڻ حضرت سيد علي هجويري المعروف داتا گنج بخش لاهوري رحمة الله عليه جن ڪشف المحجوب جي ٽئين باب ۾ حديث نبوي ﷺ نقل فرمائي آهي:

مَنْ سَمِعَ صَوْتَ اَهْلِ تَصَوُّفِ فَلَايُؤمِنَّ عَلٰى دُعَائِهِمْ كُتِبَ عِنْدَاللّٰهِ مِنَ الْغَافِلِيْنَ۔

يعني جنهن اهل تصوف جي دعوت ٻڌي ۽ قبول نه ڪيائين ته الله تعالي وٽ اهو غافلن منجهان لکيو ويندو آهي۔[5]

ڪي ماڻهو هن قسم جي حديث کي خبر واحد يا خبر احاد جو نالو ڏيئي ڪري زياده معتبر قرار نه ٿا ڏين. ليڪن اهل الله وٽ اهي ئي اُهي حديثون آهن جيڪي حقيقتن سان ٺمتار ۽ معرفت جي دل آهن ان جو ڪارڻ هي آهي ته جيئن حديثن جا ڪيئي راوي آهن اهي گهٽو ڪري احڪام طهارت،

[4] (تنبيه المنكرين عن حقوق المرشدين، ص 23)
[5] (كشف المحجوب ص:154)

وضو، نماز، روزه، زڪوٰة، حج، نڪاح، خريد وفروخت سان تعلق رکن ٿيون. ۽ عوام الناس جي آڏو آنحضرت ﷺ بيان فرمايون ليڪن اسرار و رموز ۽ حقائق و معارف جون ڳالهيون پاڻ ﷺ چوندن چوندن اصحاب جي اڳيان بيان فرمايون. ان ڪري انهن کي نه تواتر نصيب ٿيس نه ڪثرت روايت در اصل اهل معرفت وٽ سڀ کان وڌيڪ قيمتي اهي ئي حديثون آهن جنهن کي اصول حديث جي رو سان خبر واحد يا آحاد چيو ويو آهي. انهن ۾ حديثن جو به اهو ئي حال آهي، روايت جي طور تي ضعيف ۽ معرفت جي نقطه نگاه کان گهڻو مٿي علاوه ازين ڪتب احاديث ۾ بيشمار اهڙيون حديثون موجود آهن جنهن ۾ تصوف جو لفظ ته ڪونه آيو ليڪن آهن تصوف ۽ معرفت جا جام مثلا هڪ حديث قدسي هي آهي جيڪا بخاري ۽ مسلم ٻنهي روايت ڪئي آهي ته منهنجو ٻانهو جڏهن نوافل جي ذريعي منهنجو قرب حاصل ڪرڻ چاهي ٿو ته آئون ان سان محبت ڪريان ٿو ۽ ان جا ڪن، اک، هٿ، پير، ٻنجي ويندو آهيان ۽ اهو مونسان ڏسي ٿو، مون سان هر ڪم ڪري ٿو، ۽ مون سان هلي ٿو هاڻي ڪير ماڻهو ڪيڏو زور هڻي هن حديث جي باطني معنيٰ کي انڪان الڳ نه ٿو ڪري سگهي.

هڪ ٻي حديث ۾ آيو آهي: ته مؤمن جي فراست کان ڊڄو چو ته اهو الله جي نور سان ڏسي ٿو. اها حديث به علم باطن يا باطني بصيرت سان تعلق رکي ٿي هڪ ٻي حديث ۾ آنحضرت ﷺ فرمايو آهي: ته آئون پٺيان کان به ائين ئي ڏسان ٿو جيئن اڳيان ڏسان ٿو اها به نظر باطن تي دلالت ڪري ٿي.

هڪ ٻي حديث ۾ فرمايو: ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته آئون نه پنهنجي آسمانن ۾ سمائجي سگهان ٿو نه زمين ۾ سمائجي سگهان ٿو پر پنهنجي مؤمن ٻانهي جي دل ۾ سمائجي سگهان ٿو.

عبد مؤمن جي قلب جي اها وسعت صرف اهل تصوف ئي ڄاڻن ٿا ۽ سمجهي سگهن ٿا علماء ظاهر وٽ به هن جو ڪوبه مطلب نٿو نڪري.

هڪ حديث ۾ آيو آهي: ته مومن جي دل الله تعالي جو عرش آهي هاڻي علماءِ ظاهر هن جو ڇا مطلب ڪڍي سگهن ٿا ظاهر ۾ هن جو ڪوبه مطلب نٿو نڪري سگهي هي سڀ علم باطن سان تعلق رکن ٿا.[6]

## تصوف جو حصول فرض عين آهي

علم باطن ۽ علم تصوف جو حاصل ڪرڻ فرض عين آهي. تمام وڏا امام سڳورا رحمهم الله تعاليٰ ۽ صوفياء ڪرام رحمهم الله تعاليٰ هن علم جي حصول سان مشرف ٿيا. ڪوڙ حديثن پاڪن مان به علم باطن ثابت آهي ۽ اولياء ڪرام رحمهم الله به هن جي صراحت ڪئي آهي. علم تصوف نصوص قطعيه مان ثابت آهي. جيئن ته ارشاد خداوندي: وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَيُزَكِّيْهِمْ (يعني نبي ڪريم ﷺ صحابه ڪرام رضي الله عنهم اجمعين) کي ڪتاب و سنت جي تعليم ڏين ٿا ۽ انهن جي باطن جو تزڪيو فرمائن ٿا عَلَّمْنَاهُ مِنْ لَّدُنَّا عِلْمًا ـ الأية ترجمو: (۽ اسان خضر عليه السلام کي علم لدني عطا ڪيو آهي) اهو ئي صحابن (رضي الله عنهم اجمعين) جي دور ۾ احسان سان موسوم هو. جيئن ته هڪ حديث شريف ۾ آهي ته۔

---

[6] (روحانيت اسلام ص:72،73،74)

عن عمر رضي الله عنه قال: بينما نحن جلوس عند رسول اللهِ ﷺ ذات يوم اذ طلع علينا رجل شديد بياض الثياب شديد سواد الشعر لا يرىٰ عليه اثر السفر و لا يعرفه منا احد حتى جلس الى النبى ﷺ فاسند ركبتيه الى ركبتيه و وضع كفيه على فخذيه و قال يا محمد ﷺ، اخبرنى عن الاسلام، فقال رسول الله ﷺ الاسلام ان تشهد ان لا اله الا الله و انّ محمداً رسول الله ﷺ وتقيم الصلوٰة وتؤتى الزكوٰة وتصوم رمضان وتحج البيت ان استطعت اليه سبيلا، قال: صدقت فعجبناله يسأله و يصدقه۔ قال فاخبرنى عن الايمان۔قال: ان تؤمن باللّٰه و ملٰئكتهٖ و كتبه و رسله و اليوم الاٰخر و تؤمن بالقدر خيره و شره۔قال صدقت۔قال فاخبرنى عن الاحسان۔ قال ان تعبدالله كانک تراه فان لم تكن تراه فانه يراک۔(ذكره النووى فى الاربعين بروايةالبخارى وابن ماجه)

ترجمو: حضرت عمر رضي الله عنه کان روايت آهي ته اسان رسول اڪرم ﷺ سان گڏ ويٺا هئاسين ته اوچتو گهاٽي اڇن ڪپڙن ۾ بالڪل ڪارن وارن وارو ماڻهو پڌرو ٿيو ته جنهن تي سفر جا اثرات معلوم نه ٿي ٿيا ۽ اسان مان ڪير به انکي سڃاڻندو نه هو ۽ نه ڄاڻندو هو ته رسول اڪرم ﷺ جي اڳيان ويٺو ۽ پنهنجي گوڏن کي نبي ڪريم ﷺ جي گوڏن مبارڪن سان ڪيائين ۽ هٿلين کي پنهنجي رانن تي رکي ڪري چيائين اي محمد ﷺ مونکي اسلام جي باري ۾ آگاه ڪريو ته رسول الله ﷺ فرمايو: ته اسلام هي آهي ته هن ڳالهه جي شاهدي ڏي ته الله تعاليٰ کان سواءِ ڪوبه معبود نه آهي ۽ محمد ﷺ الله جا رسول آهن ۽ تون نماز پڙهندو ڪر ۽ زڪوٰة ڏيندو ڪر رمضان ۾ روزا رکندو ڪر ۽ زاد راه جي موجودگي ۾ حج به ادا ڪر ته هن چيو ته توهان سچ فرمايو ته اسان تعجب ڪيو ته هڪڙي پاسي سوال به پڇي ٿو ۽ ٻي پاسي تصديق ڪري ٿو هن چيو ته مونکي ايمان جي باري ۾ ٻڌايو حضور ﷺ فرمايو ايمان هي آهي ته تون الله تعاليٰ تي يقين رک ۽ الله تعاليٰ جي

فرشتن ۽ ڪتابن ۽ رسولن تي ۽ يوم آخرت ۽ تقدير خير وشر تي يقين رک پوءِ هن چيو ته توهان سچ چيو مونکي احسان جي باري ۾ ٻڌايو؟ حضور ﷺ فرمايو: تون الله تعاليٰ جي اهڙي طرح عبادت ڪر جڻ تون انکي ڏسين ٿو ۽ جيڪڏهن تون نه ٿو ڏسين ته اهو توکي ڏسي ٿو. (الحديث)

(امام نواوي الاربعين ۾ مذڪوره حديث بخاري وابن ماجه کان روايت ڪئي آهي)

**قال العلامة البلخی علیہ الرحمۃ وفی مشکوٰة وغيره فی شرحه: الاحسان راجع الی اتقان العبادات و مراعاة حقوق الله و مراقبة و استحضار عظمته و جلالته حال العبادات۔ وهذا حال اولياء الله العارفين رحمهم الله تعالیٰ الصارفين اوقاتهم لافضل الاعمال و احسن الاحوال من محاسبة النفس و دوام ذکر الله و تصفية القلب و مراقبت الاعمال و مكاشفة الحضور والاحوال۔**

ترجمو: علامه بلخي رحمة الله عليه حديث مذڪوره جي شرح ۾ فرمايو ته احسان عبادتن جي اتقان، حقوق الله جي مراعات، مراقبو، الله جي عظمت جو استحضار ۽ عبادتن جي وقت الله تعاليٰ جي جلاليت جو استحضار ڪرڻ آهي يعني احسان هنن مذڪوره شين مان عبارت آهي هي مرتبو احسان جيڪو حديث ۾ مذڪور ٿيو اولياء الله جو حال آهي جيڪي عارفين رحمهم الله تعاليٰ آهن ۽ پنهنجا اوقات بهترين احوال واعمال جي لاء صرف ڪن ٿا. پنهنجي نفس جو محاسبو ڪري ۽ هر وقت الله تعاليٰ جو ذڪر ڪري ۽ پنهنجي دل کي (امراض باطنه کان) صاف ڪن ٿا ۽ اعمال حسنه جا منتظر رهن ٿا.

(الی ان قال بعد ذالک فی صفحة ١١) واما العلم اللدنی الذی یسمون اھلھا بالصوفیة الکرام علیہ الرحمۃ فھو فرض عین لان ثمراتھا تصفیة القلب عن اشتغال بغیر اللہ تعالیٰ واتصافه بدوام الحضور وتزکیة النفس عن رزائل الاخلاق من العجب والکبر والحسد وحب الدنیا والکسل فی الطاعات وغیرھا۔ (قال به القاضی ثناء اللہ الفانی فتی علیہ الرحمۃ فی تفسیر المظھری و ارشاد الطالبین وتصانیفه الاخریٰ قال به الغزالی رحمه اللہ تعالیٰ ایضا۔ وقال به المجدد رضی اللہ عنہ والشیخ عبدالحق علیہ الرحمۃ ایضا۔

ترجمو: انڪان پوءِ صفحي 11 تي رقم طراز آهن ته علم لدني جا حامل صوفياء ڪرام رحمهم الله سان موسوم هوندا آهن ته هر مسلمان تي فرض عين آهي ڇو ته ان جي نتيجي ۾ قلب ماسواء الله ڪان صاف ٿي ويندو آهي ۽ دوام حضور سان متصف ٿي ويندو آهي ۽ نفس اخلاق رزيله ڪان صاف ٿي ويندو آهي جيئن ته عُجب، تڪبر، حسد، دنيا جي محبت، طاعات ۾ سستي وغيرها تصوف جي فرضيت حضرت قاضي ثناءالله پاني پتي رحمة الله عليه تفسير مظهري ۽ ارشاد الطالبين وغيرها ڪتابن ۾ تصريح ارشاد فرمائي اٿن امام غزالي رحمة الله عليه، امام مجدد رحمة الله عليه ۽ شيخ عبدالحق محدث رحمة الله عليه به هن تي قول ڪيو آهي.

وفی کفایة الاتقیاء صفحه ٢٢١ ورکعة من عارف علیہ الرحمۃ افضل من الف رکعة من عالم غیر عارف ولا عبرة لانکار بعض المبتدعة لانھم شاھدوا فی انفسھم لم یجدوا احدا متصفا بالکرامة والخوارق والمواجید والاحوال لو قوعھم فی الزیغ والضلال فوقعوا فی انکار التصوف واھله ویحسبون انھم علی ھدی من ربھم کما ھو داب جمیع الفرق الضالة۔

ترجمو: ڪفاية الاتقياء جي صفحي ٢٢١ تي مذڪور آهي ته عارف جي هڪ رڪعت نماز غير عارف عالم (علم ظاهر) جي هڪ هزار رڪعتن ڪان بهتر آهي تصوف مان بعض بدعتن جي انڪار جو اعتبار نه آهي ڇو ته اهي

مشاهدو ڪن ٿا ته انهن جي وچ ۾ ڪابه ڪرامت، خوارق ۽ مواجيد ۽ احوال سان متصف نه آهي ڇو ته اهي مبتدع ڪجروي ۽ گمراهي ۾ واقع ٿيا آهن ته تصوف ۽ اهل تصوف جو انڪار ڪن ٿا ۽ گمان ڪن ٿا ته اسين الله تعالي جي جانب کان هدايت تي آهيون جيئن ته تمام گمراهه ڪندڙ فرقن جا اهي ئي اخلاق آهن.

**واخذالتصوف كثيرمن الثقات كابى حنيفه رضي الله عنه من جعفر الصادق رضي الله عنه وفضيل بن عياض رحمة الله عليه وتصوف الشافعى رحمة الله عليه من هبيرة البصرى رحمة الله عليه والامام احمدبن حنبل رحمة الله عليه من بشر الحافى رحمة الله عليه والامام محمد بن الحسن الشيبانى رحمة الله عليه من داؤد طائى رحمة الله عليه والامام ابو يوسف رحمة الله عليه من حاتم الاصم رحمة الله عليه كذافى جواهر الغيبى ايضا صفحه ٢٣٢، واخذ التصوف الامام الغزالى رحمة الله عليه والجامى رحمة الله عليه والنابليسى رحمة الله عليه والشعرانى رحمة الله عليه والرافعى رحمة الله عليه والدمياطى رحمة الله عليه والسيد سند الجرجانى رحمة الله عليه والشيخ عبد الحق الدهلوى رحمة الله عليه والعلامة على القارى المكى رحمة الله عليه وخلائق اعلام لايحصون من زمن النبى صلى الله عليه وآله وسلم الى الاٰن بالتواتر الغير منقطع۔[7]**

**ترجمو:** ۽ علم تصوف ڪيئي بزرگان دين اخذ ڪيو آهي جيئن ته امام اعظم ابو حنيفه رضي الله تعالي عنه، امام جعفر صادق رضي الله تعالي عنه کان ۽ فضيل بن عباس رضي الله تعالي عنه کان اخذ ڪيائين ۽ امام شافعي رضي الله تعالي عنه هبيره بصري رضي الله تعالي عنه کان ۽ امام محمد بن حسن شيباني رضي الله تعالي عنه داؤد طائي رضي الله تعالي عنه کان ۽ امام احمد بن حنبل رضي الله تعالي عنه بشر حافي رضي الله تعالي عنه کان ۽ امام يوسف رضي الله تعالي عنه حاتم الاصم رضي الله تعالي عنه کان تصوف اخذ ڪيو

[7] (شرح اربعين للبلخى صفحه ١٠، ١١، ١٢)

آهي. هي مسئلو جواهر غيبي صفحي 232 تي مذڪور آهي پڻ امام غزالي رضي الله تعالي عنه مولانا عبدالرحمٰن جامي رضي الله تعالي عنه علامه شيخ عبدالغني نابليسي رضي الله تعالي عنه امام شعراني رحمة الله عليه امام رافعي رحمة الله عليه علامه دمياطي رحمة الله عليه سيد سند جرجاني رحمة الله عليه شيخ عبالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه ۽ علامه ملا علي قاري مڪي رحمة الله عليه ۽ ٻين اعلام ۽ ٻين بيشمار ماڻهن تصوف اخذ ڪيو آهي. نبي اڪرم ﷺ جي مقدس زماني کان وٺي اڄ تائين هي معاملو تواتر غير منقطع سان جاري آهي.

۽ اهو ئي علم باطن نبي ڪريم ﷺ جي سيني کان مقدس ڪان صحابه ڪرام رضي الله عنهم کي استعدادات جي موافق حاصل ٿيندو هو. جيئن ته هڪڙي ٻي حديث شريف ۾ ارشاد آهي ته:

**ما صب الله شيئاً فی صدری الا صببته فی صدر ابی بکر (الحاوی للسیوطی رحمه الله تعالیٰ)۔**

ته مذڪوره حديث مان تصرف باطني، توجهه، سرايت فيض ۽ علوم باطني جي تدريس ثابت آهي ان کان علاوه مندرجه ذيل حديث مان به علم باطن صحابه ڪرام رضي الله تعاليٰ عنهم جي عهد ۾ ٿيندو آهي. ارشاد آهي:

**عن ابی هريرة رضي الله عنه حفظت من رسول الله صلی الله علیه وآله وسلم وعائين (ای من العلم) فاما احدهما فبثثته فيكم و اما الأخر فلو بثثته لقطع هذا البلعوم (ای الحلقوم)۔ رواه البخاری۔**

ترجمو: (حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنه فرمائن ٿا ته مون رسول الله ﷺ کان ٻن قسمن جا علم سکيا هڪ کي مون توهان ظاهر ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٻئي کي ظاهر ڪريان ته منهنجو گلو ڪٽيو ويندو)

ته هن حديث شريف ۾ به علم جي قسم ثاني مان مراد علم باطن ۽ علم اسرار آهي. جيئن ته شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه حديث مذڪوره جي شرح ۾ اشعة المعات صفحي 177، جلد 1 تي تحرير فرمائن ٿا:

”وگفته اند که مراد به اول علم احکام و اخلاق است که مشترک است میان خواص و عوام وثانی علم اسرار که محفوظ و مصون است از اغیار از جهت باریکی و پوشیدگی آن وعدم وصول فهم ایشان بدان۔ و مخصوص است به خواص از علماء بالله از اهل عرفان رحمهم الله تعالیٰ“۔

۽ بعض شارحن رحمهم الله تعاليٰ قسم ثاني مان مراد اخبار فتن ۽ فسادِ دين وغيره مراد ورتي آهي. ليڪن موصوف رحمہ الله انهن جي باري ۾ صفحي نمبر 177 تي ڪجهه اڳتي فرمائن ٿا:

”پوشیده نماند که اگر مراد این قائل نفی علم باطن ووجود حقائق و اسرار است که فهم عوام بدان نرسد و افشائے آن مصلحت وقت نباشد وصلاح روزگار بعض مخاطبان درآن نبود بے شک دردائرہ علم این چنین علمها است پس مکابرہ است۔ و اگر گوید علم حقائق و اسرار ثابت است واقع است لیکن در حدیث ابی ہریرہ رضی اللہ تعالیٰ عنہ اشارہ بچیزے دیگر است کہ گفتہ شد نہ بان علم۔ بوجود قرآئن کہ مذکور شد ونیز تخصیص ابی ہریرہ رضی اللہ تعالیٰ عنہ بدان باوجود دیگران از عظمائے صحابہ رضی اللہ تعالیٰ عنہم وعدم فہم ایشان آنرا و حکم کردن بقتل او خالی از بعدے نیست این سخن دیگر است۔[8]

[8] (اشعة اللمعات صفحه ۱۷۷، ج ۱)

سو معلوم ٿيو ته علم باطن احاديث مباركه کان ثابت آهي ۽ صحابه ڪرام رضي الله تعاليٰ عنهم جي زماني ۾ موجود هو ان کان علاوه ملا علي قاري رضي الله تعاليٰ عنه به حديث مذڪوره جي شرح ۾ مرقات شرح مشڪوٰة صفحه 313 جلد اول تي رقمطراز آهي:

فاما احدهما وهو علم الظاهر من الاحكام والاخلاق فبثثته اى اظهرته بالنقل فيكم واما الاخر وهو علم الباطن فلو بثثته (اى نشرته وذكرته لكم بالتفصيل) قطع هذا البلعوم بضم الباء اى الحلقوم لان اسرار حقيقة التوحيد مما يعسر التعبير عنه على وجه المراد ولذا كل من نطق به و وقع فى توهم الحلول و الالحاد اذ فهم العوام قاصر عن ادراک المرام و من كلام الصوفية عليهم الرحمة: صدور الاحرار قبور الاسرار۔

ترجمو: پوءِ انهن ٻنهي عملن (منجهاران هڪڙو علم ظاهر آهي جيڪو احڪام ۽ اخلاق جو علم آهي مون توهان جي درميان شايع ڪيو يعني نقل جي ذريعي توهان تي ظاهر ڪيم ۽ ٻي قسم جو علم جيڪو علم باطن آهي (اسداد و دقائق) جو علم آهي جيڪڏهن آئون ان کي به شايع ڪريان يعني انکي پکيڙيان ۽ توهان کي تفصيلا بيان ڪريان ته منهنجي حلق (نِڙي) ويندي (بلعوم باء جي پيش سان حلقوم کي چوندا آهن) چو ته حقيقت اسرار کان حقيقي مراد تي تعبير ڪرڻ ڏاڍو مشڪل هوندو آهي لهٰذا جنهن به انکي تعبير ڪيو اتس تفصيلا ته حلول ۽ الحاد جي توهم ۾ واقع ٿيو آهي. چو ته عوام جو فهم مقصود جي ادراڪ کان قاصر آهي ان ڪري صوفياء ڪرام رحمهم الله تعاليٰ فرمايو ته احرار (عارف سگهورن) جا سينا اسرار جي خداوندي جي لاءِ قبرون هوندا آهن.[9]

[9] (مرقات صفحه 313، جلد 01)

يعني اسرار کي ظاهر نٿا ڪن بلڪه اسماء وصفات جي متعلق علوم و معارف بيان ڪن ٿا ۽ اسرار جي بيان ۾ اجمال ۽ رمز واشاره سان ڪم وٺن ٿا توڙي توجهه جي ذريعي بطريق انعڪاس هڪ سيني کان ٻئي سيني کي منتقل ڪيو ويندو آهي،

هڪ ٻي حديث شريف مان علامه عبدالوهاب شعراني علم باطن جي ثبوت ۽ تجلّيات ربّانيه جي ورد تي استدلال ڪندي فرمائن ٿا ته:

عن ابی هریرة رضی الله عنه قال جاء الناس الی النبی صلی الله علیه وآله وسلم فقالوا: یا رسول الله صلی الله علیه وآله وسلم انا نجد فی نفوسنا ما یتعاظم احدنا ان یتکلم به فقال: او قد وجدتموه قالوا نعم قال فذالک من صریح الایمان انتهی و ان سوالهم انما کان فی المعارف الالٰهیة و التجلیات الربانیه التی یخاف من النطق بها الوقوع فی الکفر کما اشار الیه رسول الله صلی الله علیه وآله وسلم بقوله لهم رضی الله عنه (ذالک من صریح الایمان) و ان سؤالهم لم یکن فی شیء من مبادی السلوک کاصلاح فرائضهم و سننهم لان ذالک لا یتعاظم فی نفس المؤمن۔ السؤال عنه۔[10]

ترجمو: حضرت ابوهريره رضي الله عنها کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ وٽ ڪجھ ماڻھو آيا ۽ چوڻ لڳا يارسول الله ﷺ اسين پنھنجو پاڻ ۾ اهڙي شئ پائيندا آهيون ته اسان مان ڪنهن هڪڙي کي به ان تي ڳالهائڻ ڳرو لڳي ٿو ته رسول الله ﷺ فرمايو: ڇا توهان اهي شيون پاتيون آهن؟ انهن عرض ڪيو ها، پوءِ پاڻ ﷺ فرمايو ته هي صريح ايمان آهي ۽ انهن جو سوال معارف الٰهيه سان متعلق هو ۽ انهن تجلّيات ربانيه بابت هو ته انهن تي ڳالهائڻ سان ڪفر ۾ واقع ٿيڻ جو ڊپ هوندو هو جيئن ته رسول اڪرم ﷺ پنهنجي هن قول سان انهن کي اشارو فرمايو ۽ انهن جو سوال مبادي السلوڪ جي متعلق

[10] (انوار قدسيه فی معرفة، قواعد الصوفيه ص ۴۰،۴۱ ج ۱)

ڪونه هو جيئن ته فرائض وسنن جي اصلاح ڪرڻ وغيره چو ته هن جي متعلق سوال مؤمن جي نفس ۾ مشڪل نه هوندو آهي.

۽ ڪجھ ٻين شارحن رحمهم الله تعالي هن مان مراد وسوسا ورتا آهن پر اها ڳالهه نهايت ضعيف آهي. چو ته وسوسو نفس ايمان نه آهي ته صريح ايمان ڪيئن ٿو ٿي سگهي جيڪو ڪامل ۽ صحيح ايمان آهن اللهم الاّ، ته هي توجيهه ڪئي وڃي ته وسوسي کي برو ميڃڻ صريح ايمان آهي ليڪن معنيٰ اول تي حمل ڪرڻ اوليٰ آهي.

ڪما حققه الامام الشعراني رحمهم الله تعاليٰ ان ڪان علاوه علم باطن جي ثبوت ۾ شيخ عبدالحق محدّث دهلوي رحمة الله عليه اشعته اللمعات صفحه 51 جلد 1 ڪتاب العلم جي مقدمي ۾تحرير فرمائن ٿا:

مراد علم این است که متعلق است بکتاب و سنت وآن دو قسم است (۱) مبادی و (۲) مقاصد۔ مبادی علومی که موقوف است معرفت کتاب و سنت بر آن مثل لغة و نحو، وصرف و جزآن از علوم عربیت و مقاصد آن چه متعلق است باعمال واخلاق وعقائد۔ واین همه علم معامله است۔ و علم مکاشفه نوریست که بعد از سلوک طریق حق وصدق معاملت دردل افتد که بدان معرفت حقائق اشیاء چنانچه هست منکشف گردد۔ و معرفت ذات وصفات و افعال حق سبحانه وتعالیٰ رونماید واین را علم حقیقت و علم وراثت خوانند۔ بحکم حدیث (من عمل بما علم ورثه الله علم مالم یعلم) یعنی هرچه عمل کند بآنچه دانسته ونه خوانده است از علم ظاهر، روزی گرداند و بخشند او را خدا یتعالیٰ علم آنچه ندانسته وخوانده است وآیة کریمه (وَ اتَّقُوا اللّٰهَ وَيُعَلِّمُكُمُ اللّٰهُ(البقرة ۲۸۲)) نیز

اشارتــــ باین معنی است و عــلم ظــاهر و باطن که گویـنـد این معنی دارد و نسبتــــ هر دو بیکدیگر نسبتــ تن وجــان وپوست ومغــز است واحــادیث وآیاتـــ که در شان عــلم و فضیلت آن واقع ـشـده شامـــل همه این اقسام مذکوره است بر تفــاوتـــ درجــاتـــ آن (که مراتب وـشـرافت اصـناف علوم مختلفـــ است)''اشعۃاللمعاتـــ''۔

پوءِ اهوئي علم باطن آهي ته علم تصوف، طريقت، سلوڪ، تزڪيو وتصفيو احسان وعلم لدني وغيره مختلف نالن سان مختلف زبانن ۾ موسوم ڪيو ويندو رهيو آهي جيئن ته قاضي ثناء الله پاني پتي رحمة الله عليه (مالابدّ منه) ۾ ڪتاب الاحسان سان موسوم ڪري هڪڙو مستقل باب ڏنو آهي. فرمائن ٿا ته:

''ـشـرافت عــلم باندازۂ ـشـرفـــ ورتبـہ معــلوم است معــلوم هر چنـد ـشـريف تر عــلم آن عــالی تر پستـــ عــلم باطن که صوفیــہ رحمهم اللّٰـد تعــالیٰ بان ممتاز اند اـشـرفـــ باـشـد از عــلم ظــاهر که نصیبـــ علمــاء ظواهر است بر قیــاســ ـشـرافت عــلم ظــاهر بر عــلم حیــاکت وحجــامت''۔ [11]

سو معلوم ٿيو ته علم باطن اشرف العلوم آهي ۽ افضل العلوم آهي. جيئن ته اها ڳالهه (مبدا ومعاد) جي عبارت مان واضح آهي پوءِ علم باطن احاديث مباركه ۽ آيات قرآنيه كان ثابت آهي ۽ عهد نبي ﷺ ۽ عهد صحابه رضي الله عنهم کان وٺي ڪري اڄ تائين متواتر هلندو ٿو اچي.

[11] (رساله مبدأو معاد)

۾ علماء ڪرام رحمهم الله تعاليٰ تصريح فرمائي اٿن ته علم باطن و ڪمالات و ولايت جو طلب ڪرڻ فرض عين آهي علامه قاضي ثناءالله پاني پتي رحمة الله تفسير مظهري ۾ فرمائن ٿا:

ومن ههنا يظهر فرضية اخذ الطريقة الصوفية والتشبت باذيال الفقراء عليهم الرحمة كفرضية قرأة كتاب الله تعالىٰ وتعلم احكامه۔[12]

اهڙي ريت مذڪوره مصنف رحمة الله تعاليٰ عليه سندس تفسير مذڪور ۾ تحت:

قوله تعالىٰ (فَلَوْ لَا نَفَرَ مِنْ كُلِّ فِرْقَةٍ مِّنْهُمْ طَائِفَةٌ لِّيَتَفَقَّهُوْا فِى الدِّيْنِ، الآيه)

فرمائن ٿا ته علم تصوف فرض علوم منجهاران آهي عبارت ملاحظه فرمايو

واما لعلم اللدني فى الذي يسمون أهلها بالصوفية الكرام فهو فرض عين لان ثمراتها تصفيه القلب عن الاشتغال بغير الله تعالى واتصافه بدوام الحضور وتزكية النفس عن رزائل الأخلاق من العجب والكبر والحسد وحب الدنيا والكسل فى الطاعات وإيثار الشهوات والرياء والسمعة وغير ذلک وتجليتها بكرام الأخلاق من التوبة والرضا بالقضاء والشكر على النعماء والصبر على البلاء وغير ذلک ولا شک ان هذه الأمور محرمات وفرايض على كل بشر أشد تحريما من معاصى الجوارح وأهم افتراضا من فرائضها فالصلوة والصوم وشيء من العبادات لا يعبأ بشيء منها مالم تقترن بالإخلاص والنية قال رسول الله صلّى الله عليه وسلم ان الله لا يقبل من العمل الا ما كان له خالصا وابتغى به وجهه رواه النسائي عن ابى امامة وقال عليه السلام ان الله لا ينظر الى صوركم وأموالكم ولكن ينظر الى قلوبكم- رواه مسلم عن ابى هريرة وكل مايترتب عليه من الفروض الأعيان فهو فرض عين والله اعلم۔

ترجمو: ۽ علم لدني جنهن حاملين صوفياء ڪرام رحمهم الله تعاليٰ سان مسمّيٰ آهن، جو طلب ڪرڻ فرَض عين آهي ڇو ته هن علم جو ڦل هي آهي

[12] (ص۴۴۳، ج۱ تفسير مظهرى)

ته ماسواءِ الله جي اشتغال کان دل صاف ٿي وڃي ۽ دوام حضور سان متصف ٿي وڃي ۽ نفس به اخلاق رزيله (بيڪار) کان صاف ٿي وڃي مثلا عُجب، تڪبر، حسد، محبت دنيا، طاعات ۾ سُستي، شهواتِ نفساني کي پسند ڪرڻ، رياڪاري سُمعه وغيرها، پڻ نفس اخلاق حميده سان متصف ٿي وڃي مثلا توبه ڪرڻ، نعمتن تي شڪر ڪرڻ، مصيبتن تي صبر ڪرڻ، وغيره ۽ هن ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته مذڪوره اخلاق رزيله هر شر مڪلف تي جوارح جي محرمات کان سخت محرمات آهن ۽ مذڪوره فرائض هر شر مڪلف تي جوارح جي فرائض کان اشد آهن چو ته نماز، روزو ۽ ٻيون عبادتون تيستائين معتدبها ۽ مقبول نه آهن جيستائين جو اخلاص دل ۽ صدق نيت ان سان گڏ شامل نه هجي حضور اقدس ﷺ فرمائن ٿا ته الله تعاليٰ صرف اهو عمل قبول فرمائي ٿو جيڪو خالص الله تعاليٰ جي رضا جي حصول جي لاءِ هجي ۽ ان عمل مان مقصود رضاءِ خداوندي جو طلب ڪرڻ هجي پڻ نبي ڪريم ﷺ فرمائن ٿا ته الله تعاليٰ توهان جي صورتن ۽ مالن کي نه ٿو ڏسي بلڪه توهان جي دلين کي ڏسي ٿو.[13]

هي قاعدو ڪلي آهي ته جنهن شئ تي فرض عين اشياء مرتب ٿين ٿيون ته اهو ئي مرتب عليه به فرض عين آهي، اهڙي طرح تحصيل ڪمالات باطنيه جي فرضيت ۽ وجوب جي باري ۾ حضرت قاضي ثناءالله پاني پتي رحمة الله عليه سندس ڪتاب ارشاد الطالبين:

”طلب طریقت وسعی کردن برائے تحصیل کمالات باطنی واجبست چرا که حق تعالیٰ میفرماید يَا اَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا اتَّقُوْا اللّٰهَ حَقَّ تُقَاتِهٖ یعنی اے مسلمانان پرہیز کنید از

[13] (مظهري جلد 4 توبه، ص 344)

نامرضیات خدا کمال پرہیزگاری یعنی در ظاہر و باطن چیزی خلاف مرضی خدا تعالیٰ نباشد از عقائد و اخلاق بکمال تقویٰ و امر برائی وجوب میباشد وکمال تقویٰ بدون ولایت صورت نہ بندد چنانچہ ذکر کردہ شد رزائل نفس از حسد و حقد و کبر وریاء وسمعہ وعجب ومنت وغیرآن کہ حرمت آن از کتاب و سنت و اجماع ثابت است تاکہ زائل نشود کمال تقویٰ چگونہ صورت بندد واین متعلق ست بہ فنای نفس وترک معاصی کہ تقویٰ عبارت ازان است و معبر است بصلاح جد کہ ثمرہ صلاح قلب است چنانچہ در حدیث مذکور شدہ اند و آنرا صوفیہ رحمہم اللہ تعالیٰ فنائے قلب گویند ولایت عبارت از فنائے نفس است صوفیان (رحمہم اللہ تعالیٰ) گفتہ اند کہ راہی کہ مادر صدر آن یم ہمگی ہفت گام است یعنی فنائے لطائف خمسۂ عالم امر قلب، روح، سر، خفی، اخفیٰ وفنائے نفس وتصفیہ لطیفہ قالبیہ، کہ عبارت از صلاح جد است تقویٰ بکثرت نوافل تعلق ندارد و تقویٰ عبارت است از اتیان واجبات، وپرہیز کردن از منہیات ادائے فرائض وواجبات بدون اخلاق ہیچ اعتبار ندارد قال اللہ تعالیٰ (فَاعْبُدِ اللهَ مُخْلِصًا لَّهُ الدِّيْنِ) وپرہیز از منہیات بدون فنائے نفس صورت نمی بندد۔

پس تحصیل کمالات ولایت از فرائض آمدہ۔ پس سعی در ترقی مقامات قرب و تحصیل تقویٰ دائماواجب گشتہ وطلب زیادۃ علم باطن از فرائض آمدہ قال اللہ

تعالیٰ (وَقُلْ رَّبِّ زِدْنِيْ عِلْمًا) یعنی بگوای محمد اکہ الٰہی عــلم من زیادہ کن وقنــاعت از مراتب قرب حــرام است بر کامــل چنــانچــہ حــرام ست بر ناقص انتہی“

حضرت قاضي ثناءالله پاني پتي رحمة الله عليه جي پچاڙي واري عبارات انيقه مان پڌرو ٿيو ته علم باطن فرض عين آهي ۽ ان جي طلب به هر مسلمان تي فرض عين آهي ۽ ان جو طلب نه ڪرڻ حرام ۽ موجب فسق آهي ۽ ان جي انڪار ڪفر بواح آهي. پڻ هي به ثابت ٿيو ته ولايت لطائف سبعه جي فناء تي موقوف آهي ۽ ان سان لطائف خمسه جا اسماء به ثابت ٿي ويا. ۽ هي به ثابت ٿيو ته جڏهن فناء قلب ۽ فناء نفس حاصل ٿي وڃن ته ولايت محقق ٿي ويندي آهي ۽ فناء اشتغال ماسواء الله جي نجات ڪان عبارت آهي ۽ ماسويٰ الله ڪان قلب جو تصفيو ۽ خلو حيات قلبي بذڪر الله تي موقوف آهي ۽ نفس جي ماسويٰ الله جي آزادي حيات نفس بذڪر الله  تي موقوف آهي. پوءِ جڏهن سالڪ رحمه الله تعالي جي قلب ۽ بيا مذڪوره لطيفا ذڪرالله سان زنده ٿي ڪري فنافي الله ٿي وڃن ته سالڪ ولي الله بنجي ويندو آهي. ۽ لطائف سبعه جي فناء ڪان پوءِ تلقين نفي اثبات ڪئي ويندي آهي ۽ فيض جي متعدي هجڻ جي ڪري خلافت سان سرفراز ڪيو ويندو آهي جيئن ته سلسله نقشبنديه مجدديه ۾ اهو ئي معمول مشائخ ڪبار رحمهم الله تعاليٰ آهي. ۽ اسان جي طريقه مجدديه سيفيه ۾ به اها ئي مذڪور شئ بديهي الوجوب آهي. ۽ ان ڪان علاوه قاضي ثناءالله پاني پتي رحمه الله تعاليٰ جن پنهنجي تصنيفن ۾ جڳهه جڳهه تصريح ڪئي اٿن ته علم باطن ”فرض“ علوم ۾ داخل آهي. اهڙي ريت قدوة المحققين محبوب سبحاني حضرت امام رباني رضي الله عنه مڪتوبات شريف، جلد اول، مقطوع 219 صفحه 127، 128، تي رقمطراز آهن

ته علم باطن جا حڪماء حاذق رحمة الله تعاليٰ عليهم (ڪامل مڪمل مشائخ) جي صحبت ۾ واسطي ڪسب ڪمالات باطنيه حاضر ٿيڻ فرض آهي.

پڻ امام مالڪ رحمہ الله تعالي عليه فرمائن ٿا: من تفقه ولم يتصوف فقد تفسق۔

يعني جنهن به علم ظاهر حاصل ڪيو ۽ علم تصوف حاصل نه ڪيائين ته يقينا فاسق ٿي ويو چو ته جاٽي واٽي فرض عين جو ترڪ فسق آهي.[14]

اهڙي طرح امام اعظم ابو حنيفه رحمة الله تعاليٰ فرمائن ٿا:

لو لا السنتان لهلک النعمان عليه الرحمۃ

ترجمو: جيڪڏهن منهنجا ٻه سال تحسين ڪمالات باطنيه ۾ صرف نه ٿين ها ته نعمان بن ثابت ڪوفي هلاڪ ٿي وڃي ها.[15]

پوءِ هنن ٻن سالن مان مراد اهي ٻه سال آهن جنهن ۾ امام اعظم رضي الله تعاليٰ عنه امام جعفر رضي الله تعالي عنه کان طريقت صديقيه نقشبنديه ۾ ڪمالات باطنيه حاصل ڪيا ۽ طريقت قادريه علويه ۾ حضرت فضيل بن عياض رحمہ الله کان علم باطن حاصل ڪيو بعض ماڻهن انهن ٻن سالن مان سندن عمر مبارڪ جا آخري ٻه سال مراد ورتا آهن. ليڪن هي محض غلط آهي. چو ته ان جي بناء تي مسائل اجتهاديه غير معتمد ٿي وڃن ٿا. العياذبالله: بلڪه محققن فرمايو اٿن ته انهن ٻنهي سالن مان مراد قبل الاجتهاد نوجواني جا ٻه سال آهن. ته نور فراست ۽ ڪمالات باطنيه ۽ علوم ظاهريه جي تحصيل کان پوءِ ۽ مرتبه اجتهاد مطلق تي فائز ٿيڻ کان پوءِ حضرت الامام رضي الله عنه

---

[14] (مرقات شرح مشڪواة ص: 313 جلد 01)

[15] (نبراس ص٥١٩حاشيه ٧مڪتبہ رشيديه ڪوئٽہ ،ڪتاب قطب الارشاد)

استنباط مسائل شروع فرمائي پوري امت مسلمه جي لاءِ چراغ روشن بنجي ويا. ۽ حضرت مولانا محمد هاشم سمنگاني رحمة الله عليه اويسي فرمائيندا هئا ته لولاالسنتان ۾ سين جي ضمه سان پڙهڻ راجح آهي يعني مطلب هي ته جيڪڏهن به سالون ثابت بالسنة شيون نه هجن ها ته هڪ علم باطن آهي ۽ ٻيو علم ظاهر ته حضرت نعمان رضي الله تعاليٰ عنه هلاڪ ٿي وڃن ها ڇو ته محرمات ظاهره ۽ باطنه کان اجتناب ۽ فرائض ظاهره باطنه تي امتثال انهن ٻن علمن تي مبني آهي ۽ انهن ٻن علمن کان بغير محرمات جو ارتڪاب ۽ فرائض ترڪ ڪرڻ لازم ايندو آهي. جيڪو هلاڪت آهي. مذڪوره تمام دليلن مان واضح ٿيو ته علم باطن جي طلب فرض عين آهي ۽ طلب نه ڪرڻ فسق آهي ۽ انڪار ڪرڻ ڪفر آهي، ليڪن علم ظاهر ۽ احڪام شرعيه جو علم فنون مدوّنه تي موقوف نه آهي. بلڪه جيڪڏهن فنون مدوّنه جي ذريعي حاصل ٿي وڃي يا صحبت علماء راسخين کان انهن جا اقوال ٻڌڻ سان حاصل ٿي وڃي يا مشائخ ڪبار رحمهم الله تعاليٰ جي عمل سان فقه ۽ علم اخذ ڪيو وڃي ته انهن تمام صورتن ۾ علم ظاهر سان انصاف صحيح آهي بلڪه مؤخر الذڪر به طريقا خير الفرون بالخصوص عهد نبوي ﷺ ۾ معمول هئا.

ردالمحتار مشهور بفتاويٰ شامي (صفحه 42 جلد 1) ۾ آهي:

قوله وعلم القلب اى علم الاخلاق وهو علم يعرف به انواع الفضائل و كيفية اجتنابها لما علمت من ان علم الاخلاص و العجب و الحسد و الرياء فرض عين: فيلزمه ان يتعلم منها ما يرىٰ نفسه محتاجا اليه و ازالتها فرض عين: و لا يمكن الا بمعرفة حدودها و اسبابها و علاماتها و علاجها فان من لم يعرف الشر يقع فيه انتهى ملخصاً۔

ترجمو: ۽ علم قلب جنهن کي علم الاخلاق باطنه به چيو وڃي ٿو ۽ هي اهڙو علم آهي ته جنهن جي توسط سان انواع فضائل ۾ رزائل ۽ ڪيفيت اڪتساب ۽ اجتناب معلوم ٿين ٿا پوءِ جڏهن علم الاخلاق ۽ عُجب ۽ ريا جو چاڻڻ فرض عين اٿن ته لازم آهي انهن جو حصول بقدر اندازه . ۽ هي ان ڪري ضروري آهي ته جيڪي صفات گذري چڪيون آهن انهن جو متاڻڻ فرض عين آهي ۽ هي ممڪن نه مگر ان جي معرفت هجڻ ۽ ان جون حدود ۽ اسباب و علامتون ۽ علاج ڄاڻڻ کان پوءِ، انڪري ته جيڪي شر نتا ڄاڻڻ ضرور شر ۾ واقع ٿيندا. علامه سيّد احمد طحطاوي الحنفي رحمة الله عليه فرضيت علم تصوف جي باري ۾ لکن ٿا:

وكذالک يفترض عليه علم احوال القلب من التوكل والانابة والخشية والرضیٰ فانه واقع فی جميع الاحوال وشرف هذا العلم لايخفى على احدٍ۔[16]

ترجمو: ۽ اهڙي ريت فرض آهي مسلمان تي قلب جي احوال جو علم جيڪا عبارت آهي توڪّل ۽ انابت ۽ خشيت ۽ قضا تي رضا ان ڪري ته انسان تمام عمر ۽ تمام احوال ۾ انهن ئي صفات قبيحه ۾ مبتلا ٿين ٿا ۽ هن علم جي شرافت ڪنهن تي مخفي نه آهي.

علامہ ملّا علي قاري رحمة الله عليه لکن ٿا:

يجب عليكم ان تحكم احكام الشرع من الاصل والفرع فربما انت مقيم على كفر و بدعة او على غفلة ممايفسدعليک طهارتک اوصلاتک او يخرجهما عن كونهما على وفق السنة ثم مدار هذا الشان ايضاً على العبادات الباطنة التى هى من فروض الاعيان من

[16] (حاشيه طحطاوى على الدرالمختار ص ٣١،ج ١)

**التوكل والتفويض والتسليم والرضاء والتوبة والانابة والصبر والشكر والاخلاص في النية ونحوها۔**

**ترجمو:** پوءِ توهان تي لازم آهي ته حڪم کي صادر ڪري وٺو جيڪو مطابق ۽ موافق هجي اصل ۽ فرع سان گڏ ڪيئي وقتن ۾ توهان ڪفر ۽ بدعت ۾ وقت گزاريندا آهيو يا غفلت ۾ جيڪا فاسد ڪري ڇڏي تي نماز ۽ باقي طرز ۽ طريقي مسنونه ۽ شريعت جي اهميت کان توکي خارج ڪري ڇڏي ٿو. ۽ مدار ۽ اعتبار انهن اعمالن جو مربوط آهي ته او امر تي عمل ڪيو وڃي ۽ عبادات باطنيه فرض عين جي جملن سان شمار ڪيو وڃي ٿو جيڪي عبارت آهن توڪل ۽ تفويض، تسليم ۽ قضا بر رضا، توبہ ۽ انابت، صبر و شڪر ۽ اخلاق نيت ۽ ان جي مثل باقي پيون صفتون.[17]

شاه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه فرمائن ٿا:

**بيت (١)**

وحده لاشريڪ لہ جن اتو سين ايمان
تن مڃيو محمد ڪارڻي قلب ساڻ لسان
او فائق ۾ فرمان اوتڙ ڪنهن نه اوليا

---

[17] (شرح عين العلم، ص:29، جلد 01)

**بيت: (٢)**

وحده جي وڏيا الاّ الله سين اورين
هنيون حقيقت گڏيو طريقت تورين
معرفت جي ماٿ سين ڏيساندر ڏورين
سک نه ستا ڪڏهن ويهي نه ووڙين
ڪلهنئون ڪورين عاشق عبداللطيف چئي

**بيت: (٣)**

وحده لاشريڪ لہ پڌء نه پوڙا
ڪِ تو ڪينن نه سئا جي گهٽ اندر گهوڙا
ڳاڙيندين ڳوڙها جت شاهد ٿيندئي سامهان

**بيت: (۴)**

وحده لاشريڪ لہ اهو وهائج ويئُ
ڪتين جي هارائين هنڌ تنهنجو هيئ
پاڻان چونڊء پئ پري جام جنت جو

**وكذالک يفترض عليه علم احوال القلب من التوكل والانابة والخشية والرضاء فانه واقع في جميع الاحوال انتهى لفظه۔**

ترجمو: ۽ اهڙي طرح فرض آهي علم احوال قلب جيڪا عبارت آهي توڪل، انابت، خشيت ۽ رضا تي چو ته اهي واقعا ٿيندا آهن انسان تي جميع احوال ۾۔[18]

[18] (تعليم المتعلم ص:5 الطريقة المحمديه ص:90)

علامه عبدالغني النابلسي الحنفي رحمة الله عليه لکن ٿا:

وكذالك يفترض عليه اى على المسلم علم احوال القلب وما يعتريه من الاخلاق الجميلة التحرز عن ضدها بتعليمهامن التوكل على الله تعالىٰ والانابة اى الرجوع اليه سبحانه والخشية منه سبحانه والرضاء عنه تعالىٰ فى كل افعاله واحكامه فانه اى ذالك المسلم واقع مدة عمره فى جميع الاحوال القلبية المذكورة وقال بعد اسطر فان الكبر والبخل والجبن والاسراف حرام بلا خلاف ولا يمكن التحرز عنها بطريق الاكتساب الا بعلمها وعلم ما يضادها انتهى بلفظه۔

ترجمو: ۽ اهڙي طرح فرض آهي مسلمان تي علم احوال قلب، ۽ علم ان شئ جو جيڪا شامل هجي قلب ڏي اخلاق جميله سان پنهنجو پاڻ کي بچائڻ اخلاق جميله جي ضد سان ۽ انهن سين جي حصول جو سبب ته توڪل علي الله ۽ انابت ۽ رجوع الي الله ۽ خوف، خشيت ۽ رضاءُ الله جلّ شانه سان تمام افعال و احڪام ۾ ان ڪري ته مؤمن تمام عمر انهن ئي احوال قلبيه ۾ گرفتار ٿيندو آهي. حديقة النديه جو مؤلّف چند سٽن ڪان پوءِ لکي ٿو ته وڏائي ۽ بخل ۽ بزدلي ۽ اسراف علماء جي اتفاق سان حرام آهن مگر پنهنجو پاڻ کي بچائڻ انهن سيني ڪان ڪسب جي ذريعي ممڪن نه آهي سواءِ علم احوال قلب جي.[19]

الوسيلة الاحمديه ۾ اٿس.

يفترض عليه علم احوال القلب يعلم ذالك باعتبار حقآئقها و آفاتها و دو آئها.

[19] (الحديقة النديه ص:323، جلد 1)

ترجمو: فرض آهي مؤمن مسلمان جي مٿان احوال قلب جو علم جيڪو سڃاتو ويندو آهي حقائق جي اعتبار ۾ آفتن ۾ انهن جي علاج جي اعتبار سان جيڪو توڪل ۾ انابت ۾ خشيت جي قبيل مان آهي.[20]

بريقة المحموديہ ۾ آهي.

**يفترض علم احوال القلب من التوكل وتفويض الامر الى الله والاعتماد عليه تعالىٰ قيل هو السكوت تحت اقدار الله تعالىٰ والانابة الرجوع اليه تعالىٰ والخشية الخوف بسبب المعرفة قال ﷺ انى لاعرفكم بالله واشدكم له خشية۔**

ترجمو: فرض آهي مسلمانن تي احوال قلب جو علم جيڪو عبارت آهي.

(١) توڪل ڪان. يعني تمام امور کي الله جل شانه کي سونپي ڇڏڻ ۾ الله تعاليٰ تي ڀروسو ڪرڻ ۾ بعضن چيو آهي ته توڪل سڪوت آهي زير قدرت الٰهي ڪان.

(٢) مقام احوال منجهان انابت آهي يعني الله تعاليٰ جي طرف رجوع ڪرڻ.

(٣) مقام خشيت آهي، جيڪا الله تعالي جي معرفت ڪان حاصل ٿيندي آهي جيئن ته رسول الله ﷺ ارشاد فرمايو: آئون توهان مان سڀ ڪان وڌيڪ الله جل شانه جي معرفت رکان ٿو ۾ توهان ۾ سڀ ڪان وڌيڪ الله تعاليٰ ڪان ڊڄندو آهيان.[21]

[20] (الوسيلة الاحمديه شرح الطريقته المحمديه ص:252،جلد1)

[21] (بريقة الجموديه ص: 252،جلد1ۓ ص:321،ج1)

**واما حكمه فهو الوجوب العينى على كل مكلف وذالک لانه كما يجب علم مايصلح الظاهر كذالک يجب علم مايصلح الباطن۔**

ترجمو: شارع جي پاران تصوف جو حصول وجوب عيني آهي جيئن ته مڪلف تي علم اصلاح ظاهر واجب آهي ساڳي طرح علم اصلاح باطن به واجب آهي.[22]

سوال: جيڪڏهن ڪير سوال ڪري ته پوين صفحن ۾ توهان علم باطن کي فرض عين چيو هو هن عبارت ۾ وجوب جو درجو ڏيئي رهيا آهيو ته ٻنهي عبارتن ۾ تضاد اچي ويو؟

جواب: اها ڳالهه فقه جي عام ڪتابن ۾ ۽ اصول فقه جي ڪتابن ۾ ۽ اصول ڪلامين ۾ مشهور آهي ته وجوب عيني کي فرض عين سان تعبير ڪيو ويندو آهي ۽ ٻي ڳالهه هي آهي ته انهي عبارت ۾ لفظ اصلاح باطن آيو آهي ۽ اصلاح باطن جيڪو اڳوٽي صفحن ۾ گزري چڪو آهي اها عبارت آهي خوف ۽ خشيت ۽ انابت ۽ تفويض ۽ توڪل مان جنهن جو حصول فرض عين هو ته معلوم ٿيو ته وجوب عيني کي فرض عين سان به تعبير ڪيو ويندو آهي.

ايقاظ الهمم ۾ اتس:

**وحكم شارع فيه فقال الغزالى عليه الرحمة انه فرض عين اذلا يخلو احد من عيب او مرض الاالانبياءعليهم السلام قال الشاذلى من لم يتشغل فى علمنا هذا امات مصراً على الكبائر وهو لايشعر وحيث كان فرض عين يجب السفر الى من يأخذه عنه۔ اذا عرف بالتربية واشتهر الدواءعلى يده۔**

---

[22] (سراج العارفين شرح منهاج العابدين،ص:1)

ترجمو: شارع جو حڪم امام غزالي رحمة الله عليه جي تحقيق سان فرض عين آهي: ان ڪري ته ڪوبه فرد نبين سڳورن کان علاوه عيبن ۽ باطني بيمارن کان خالي نه آهي.

۽ پهرين عبارتن مان چٽي طرح معلوم ٿيو ته باطني بيمارين جو علم علماء جي اتفاق سان تصوف ۽ عرفان آهي. امام شاذلي رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته جيڪو اسان جي علم ۾ ڪوشش نه ڪري البته اهو باطني امراض ۽ گناهن تي اصرار ۽ استمرار رکي ۽ بنا توبه جي دنيا کان هليو وڃي ته هي گناه ڪبيره منجهاران آهي. ۽ ان کي خبر به نه هوندي. سو جڏهن علم تصوف فرض عين ٿيو ته ان جي حصول جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ انسان تي واجب آهي. ۽ سفر ان شيخ جي طرف واجب آهي جيڪو تربيت ۾ ۽ امراض باطنه جي دفع ڪرڻ ۾ مشهور هجي.[23]

۽ انهي صفحي تي بي عبارت آهي:

ان اخذ علم التصوف فرض عين انتهي بلفظه.

ترجمو: علم تصوف جو وٺڻ هر مسلمان مڪلف تي فرض عين آهي.

الحاج فقيرالله صاحب رحمه الله قطب الارشاد ۾ لکيو اٿس:

ولاشک ان علم عيوب النفس وازالتها الداخل فی علم الاخلاق والتصوف فرض عين فيکون اهم۔

---

[23] (الفتوحات الالهٰيه شرح مباحث اصليه مشهور به ايقاظ الهمم ص:126ج2)

ترجمو: ۽ هن ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته نفس جي عيبن تي علم رکڻ ۽ انهن کي پري ڪرڻ هي داخل آهي علم الاخلاق ۽ تصوف ۾ جيڪو فرض عين آهي ۽ هي مسئلو گهڻو اهم آهي.[24]

۽ ساڳي نموني علامه سيّد مرتضيٰ زيدي شارح احياء العلوم ۾ فرمائن ٿا:

واعلم ان الفرض بعد التوحيد نوعان احدهما مايكون فرضاً على العبد بحكم الاسلام وهو علم المعاملةالقلبية واصلاح الباطن لازدياد انوار النفسية وازالة الاخلاق الردية واثبات الشمائل المرضية وثانيهمافيهماماهو فرض عليه عندتجددالحادثة كدخول وقت الصلوة والصوم والحج والزكوة وغيرها واما العبد اذا اسلم فى وقت لم تجب عليه فيه هذه الاشياء فليس عليه ان يعلمها بفرض ادراک لانه لم يدرک وقتها وانمايكون۔ الفرض عليه حينئذعلم المعاملات القلبيةفلو وجدبرهةاى وقتاًمن الزمان بعدالاسلام وفراغاً ولم يشتغل فى تحصيل علم المعاملةالقلبية كان تاركاًللفرض مسئولاًعنه يوم القيامة۔

ترجمو: هوشيار ٿي وڃو، توحيد کان پوءِ فرض جا ٻه قسم آهن. پهريون فرض مؤمن تي اسلام کان پوءِ جيڪو فرض آهي اهو عبارت آهي علم معاملات قلبي ۽ اصلاح باطن سان تان ته انوار نفساني وڌي وڃن ۽ ردي (بيڪار) اخلاق دور ٿي وڃن ۽ شمائل مرضيه حاصل ٿي وڃن. ٻيو فرض اهو آهي جيڪو وقت جي تجدد سان گڏ اسان جي مٿان فرض ٿي ويندو آهي، مثلا نماز جي وقت جو داخل ٿيڻ، رمضان المبارڪ جي مهيني جو داخل ٿيڻ، يا حج جي مهينن جو داخل ٿيڻ وغيره جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو اهڙي وقت ۾ اسلام کان مشرف ٿيو ۽ ان جي مٿان اهي شيون واجب ڪين هيون ته ان تي لازم نه آهي ته هن فرض کي حاصل ڪري وٺي ان ڪري ته هن ان وقت کي

[24] (قطب الارشاد، ص:217)

پاتو نه آهي. پر ان جي مٿان هن وقت فرض هي آهي ته هي علم معاملات قلبي حاصل ڪري وٺي. جيڪڏهن انکي وقت مليو ٿورڙو اسلام آڻڻ کان بعد هي فارغ هو ۽ هي مشغول ڪونه ٿيو ۽ هن پاڻ کي مشغول نه رکيائين حصول علم معاملات قلبي (تصوف) ۾ ته هي ماڻهو فرض جو تارڪ ٿيو ۽ ڏينهن قيامت جي ان کان پڇا ٿيندي.[25]

ته هن حوالي مان معلوم ٿيو ته علم تصوف جو حاصل فرض عين آهي.

علامه شيخ اسماعيل الحقي فرمائن ٿا:

**والنوع الثانی علم السروهو مایتعلق بالقلب ومساعیه فیفترض علی المؤمن علم احوال القلب من التوکل والانابت والخشیة والرضی فانه واقع فی جمیع الاحوال واجتناب الحرص والغضب والکبر والحسدو العجب والریاءوغیر ذالک۔**

ترجمو: علم جو ٻيو قسم علم ستر آهي. جيڪو قلب ۾ هي علم فرض آهي هر مؤمن مسلمان تي جيڪا عبارت آهي توڪل، انابت، خشيت، رضا قضا تي ۽ پنهنجو پاڻ کي بچائڻ آهي حرص، ڪاوڙ، تڪبر، حسد، عُجب، ۽ رياڪاري وغيره کان۔[26]

مولوي انور شاه ڪشميري ديوبندي علم تصوف جي باري ۾ (حديث احسان) جي تحت لکي ٿو:

**واعلم أن لفظ الِاحسان شامل لجمیع أنواع البر من الأذکار، والاشغال وغیرها والأذکار تقال للأوراد المسنونة، وما ذکره المشائخ من الضربات والکیفیات یقال لها الأشغال۔ والنسبة فی اصطلاحهم ربط خاص سوی ربط الخالقیة والمخلوقیة، فمن حصل له ربط سوی الربط العام یقال له صاحب النسبة۔ والطرق المشهورة فی التصوف أربعة**

[25] (اتحاف السادة المتقين بشرح احياء علوم الدين ص:135،جلد1)

[26] (تفسير روح البيان،ص536،جلد3،تفسيرسوره آيت22)

السهروردية والقادرية، والچشتية، والنقشبندية، والسلسلة السهروردية قد تسلسلت في أجدادنا من عشرة متصلة ثم ما نقل الينا من الأوامر والنواهي والوعد والوعيد سمى شريعة۔ والتخلق بها يسمى طريقة، و حينئذ تنصبغ الأعمال بصبغ الايمان كما كان في السلف، أما اليوم فعلم بلا عمل و ايمان بلا تصديق من الجوارح، رب تال للقرآن والقرآن يلعنه، ثم الفوز بالمقصد الأسنى والنيل بالمأرب الأعلى يسمى حقيقة۔ ومن ههنا ظهر أن الطريقة والشريعة لاتتغايران كما زعمه العوام۔

ترجمو: احسان جو لفظ تمام نيڪين تي مشتمل آهي توڙي اذڪار هجن يا اشغال صوفيه، آزڪار جو اطلاق اوراد مسنونه تي هوندو آهي ۽ مشائخ صوفيه جن ضربن ۽ ڪيفيتن جو ذڪر ڪيو اٿس انهن کي اشتغال چوندا آهن ۽ نسبت اصطلاح صوفيه ۾ هڪ خاض قسم جي ربط کي چيو ويندو آهي جيڪا خالقيت ۽ مخلوقيت کان جدا آهي ۽ جنهن کي اها ربط حاصل ٿي وڃي انکي صاحب نسبت چوندا آهن ۽ تصوف ۾ چار مشهور سلسلا آهن سهرورديه، قادريه، چشتيه، نقشبنديه ۽ سهروردي سلسلو اسان جي خاندان ۾ ڏهن پيڙهين کان مسلسل هلندو اچي ٿو. پوءِ جيڪي اوامر ۽ نواهي وعدا ۽ وعيدون نقل ٿي ڪري اسان تائين پهتا آهن ان کي شريعت چوندا آهن ۽ انهن تي عمل پيرا ٿيڻ ۽ هن رنگ ۾ رنگجي وڃڻ طريقت چئبو آهي. ان وقت تمام اعمال ايمان جي رنگ ۾ رنگجي ويندا آهن.

سلف صالحين جي اها ئي حالت هئي مگر اڄڪلهه علم آهي عمل نه آهي. ايمان آهي مگر اعضاء وجوارح سان ان جي تصديق نه آهي کوڙ سارا قرآن پڙهندڙ اهڙا آهن جو قرآن انهن تي لعنت ڪري رهيو هوندو آهي. پوءِ اعليٰ مقصد کي حاصل ڪرڻ، اعليٰ نصب العين تائين پهچڻ اصل ڪاميابي

آهي هن جو نالو حقيقت آهي هن مان ظاهر ٿيو ته شريعت ۽ طريقت ٻه مختلف شيون نه آهن جيئن ته عوام ۾ مشهور آهي.[27]

الفاظ ۽ معنيٰ جو تعلق واضح ڪندي هن ڪتاب ۾ لکن ٿا:

واني لست ممن يأخذون الدين من الالفاظ بل أولى الأمور عندى توارث الأمة واختيار الأئمة فانهم هداة الدين وأعلامه ولم يصل الدين الينا الا منهم فعليهم الاعتماد فى هذا الباب فلانسىء بهم الظن۔

ترجمو: آئون انهن ماڻهن منجهاران نه آهيان جيڪي دين کي رڳو لفظن سان اخذ ڪندا آهن بلڪه مون وٽ الفاظ جي حقيقي معنيٰ امت جو توارث ۽ اها صورت جيڪا امامن اختيار ڪئي آهي ڇو ته اهي ئي دين جا هادي ۽ علم بردار آهن. اسان کي دين ته انهن ئي جي ذريعي پهتو آهي، اسين هن باري ۾ انهن ئي تي ڀروسو ڪندا آهيون. اسين هنن جي بابت سوء ظن کان بچندا آهيون.[28]

انهن سمورين عبارتن ۽ حواله جات مان بلاشڪ وشبه ثابت ٿيو ته تصوف يعني علم طريقت جو حاصل ڪرڻ هر مؤمن مسلمان تي فرض عين آهي ۽ ان کان انڪار ڪرڻ ڪفر آهي۔[29]

جيڪا حديث مبارڪ آهي ان ۾ اهي علماء سڳورا شامل آهن جنهن جي دل علم ظاهر ۽ علم باطن سان چمڪيل هجي. ڇاڪاڻ ته شريعت ۽ طريقت ٻئي لازم وملزوم آهن ۽ انهن ٻنهي جو مثال پکي جي ٻن کنين جيان آهي.

[27] (فيض الباري شرح صحيح البخاري ص:150/149 جلد1)
[28] (فيض الباري علي صحيح البخاري،ص 304،ج1)
[29] (العلماء ورثة الانبياء)

جيڪو شخص علم ظاهر رکندو هجي ۽ علم باطن نه رکندو هجي اهو ڪامل ٿي ئي نٿو سگهي، ڇو ته علم طريقت فرض عين آهي۔

## تلاشِ مرشد

اي منهنجي اکين جي ٺڏاڻ! جڏهن اها ڳالهه معلوم ٿي ويئي ته علم باطن فرض آهي ته تلاش هن علم جي عالم جي ٿوتي ضروري ٿي. لهٰذا هاڻي آئون ڪامل مرشد جي ڪيفيت بيان ڪريان ٿو تان ته تون انکي سڃاڻي ڪري ان مان فائدو حاصل ڪرين. حضرت قاضي ثناءالله پاني پتي رحمة الله عليه فرمائن ٿا: جڏهن طلب ڪمالات باطني واجبات مان آهي پوءِ تلاش پير ڪامل مڪمل به ضروريات مان آهي ڇو ته وصول بخدا بنا واسطي پير ڪامل مڪمل بس گهٽ آهي ۽ تمام اڻ لڀ.

مولانا روم رحمة الله عليه فرمائن ٿا:

نفس را نہ کشد بغیر از ظل پیر
دامن آں نفس کش محکم گیر

ترجمو: نفس کي پير جي پاڇولي جي بغير نٿو ماري سگهجي نفس کي مارڻ واري جو دامن مضبوط وٺ ۽ حضرت خواجه خوجگان خواجه بهاءالدين نقشبند رحمة الله عليه فرمائن ٿا.

نیست ممکن در رہ عشق اے پسر
راہ بردن بے دلیل راہبر

ممڪن نه آهي عشق جي واٽ ۾ اي پٽ، بغير رهبر جي واٽ تي هلڻ (يعني پير کان) ۽ حضرت قاضي صاحب پي هنڌ حضرت شاه ولي الله محدّث دهلوي رحمة الله عليه جي رسالي مقالة الدراية في النصيحة والوصية جي

حاشيي تي تحرير فرمائن ٿا ته طالب کي گهرجي ته هميشه طلب علم لدني ۽ تلاش نسبت صوفياء ۾ (غنيمت) رهي ۽ تلاش ۾ رهي اهل دل ۽ شيخ ڪامل مڪمل جي. حضرت خواجه معصوم رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته پير ڪامل جو ملي وڃڻ محض رب جي بخشش آهي. چناچه حضرت قطب رباني محبوب سبحاني شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه ۽ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي رحمة الله عليه ۽ حضرت شاه عبدالحق محدّث دهلوي، حضرت مرزا جانِ جانان ۽ حضرت شاه ولي الله محدّث دهلوي وغيرهم رحمة الله عليهم اجمعين اهي سڀ بزرگوار ۽ انهن کان علاوه هزارون اولياء امت پيدائشي محبت حق ۽ نور اجتباء (يعني پيدائش کان ڪشش رباني بلا تعليم انهن جي دل ۾ الله تعاليٰ وديعت فرمائي هئي) کان مشرف هئا ته جنهن جي حالات ۾ ڪتاب پريا پيا آهن. ۽ اهي بزرگوار سڀ عالم اجل ٿيا آهن مگر باوجود علم ظاهر جي پوري ڪرڻ جي ڪنهن هڪ ڪنهن به ڪنهن تي ۽ ڪنهن چار مرشد ڪيا آهن ۽ جهڙي ريت علم حديث جو سلسلو خاتم الانبياء ﷺ تائين پنهنجي استادن جو پهچايو آهي انهي ريت طريقت جي استادن (مرشدن) جو سلسلو به هڪيئي پٺيان رسول الله ﷺ تائين پهچايو آهي جيڪو انهن جي ڪتابن ۾ مفصل درج آهي. انهي ڪري مولانا روم رحمة الله عليه فرمائن ٿا:

هیچ چیزے خود بخود پیدا نہ شد
هیچ آہن خود بخود تیغ نہ شد

ترجمو: ڪا شئ پنهنجو پاڻ پيدا نه ٿي ٿئي، ۽ ڪو لوهه پاڻ ئي پاڻ تلوار نه ٿيو.

مولوی ہر گز نہ شد مولائے روم
تا غلام شمس تبریزی نہ شد

ترجمو: جيستائين حضرت شمس تبريزي رحمة الله عليه جو غلام نه ٿيو لهٰذا طالب کي گهرجي ته هاڻ ان ڳالهه کي تلاش ڪري ته خدا جي جنهن ولي کي اسين ڳولي ڪري ان مان فائدو پرائڻ گهرون ٿا. ان جو رب العٰلمين کهڙو کهڙو پتو ڏنو آهي. ۽ رسول الله ﷺ ان جون کهڙيون کهڙيون نشانيون فرمايون آهن ۽ جنهن ماڻهن کان اسان بچڻ چاهيون ٿا ان جون نشانيون قرآن و حديث ۽ ائمه شريعت وطريقت چا بيان فرمايون آهن الله پاڪ پنهنجي ڪلام مجيد وفرقان حميد ۾ ارشاد فرمائي ٿو: **ان اولياءه الّا المتقون** (نه آهن ان جا دوست مگر تقويٰ وارا). ٻي هنڌ ارشاد آهي: **ان اكرمكم عندالله اتقاكم** (توهان مان زياده متقي الله وٽ زياده معزز آهي). ٽئين جگه فرمايو: **ان الله يحب المتقين.** (بيشڪ الله متقين کي دوست رکي ٿو) چوٿين هنڌ بشارت آهي. **وازلفت الجنة للمتقين غير بعيد** (۽ جنت متقين جي لاءِ سينگهاري وئي آهي ۽ ويجهي آهي) ان کان علاوه اجا ٻين جاين تي الله پاڪ متقين کي پنهنجو دوست فرمايو آهي ۽ متقي انکي چوندا آهن ته جنهن ڪم جي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هجي. ان تي خلوص سان قائم هجي ۽ جنهن شئ کان روڪيو ويو هجي ان شئ کي ڇڏيندڙ هجي ۽ جيڪو متبع سنت ظاهر وباطن ۾ آهي اهوئي متقي آهي ۽ اهو ئي الله جو ولي آهي ۽ جيڪو باوجود هوش ۽ سمجهه هجڻ جي پيروي ترڪ ڪيل آهي هر گز الله جو ولي نٿو ٿي سگهي، چناچه سعدي رحمة الله تعاليٰ عليه فرمائن ٿا.

خلاف پیغمبر کسے رہ گزید
کہ ہر گز بمنزل نخواہد رسید

جنهن پيغمبر عليه السلام کان علاوه رستو اختيار ڪيو اهو هرگز منزلِ مقصود کي ڪونه پهچندو هن زماني ۾ اڪثر پير سندس وضع وقطع خلاف شريعت رکن ٿا، جيئن نماز نه پڙهڻ يا ڪڏهن ڪڏهن پڙهڻ، ڏاڙهي ڇڏائڻ يا ڪترائڻ يا ڪوڙائڻ، مڇن کي وڏائي ونڻ، پائينچا مُرين کان هيٺ رکڻ وغيره وغيره شريعت پاڪ ۾ چئني ائمه شريعت وائمه طريقت وٽ اهڙو ماڻهو فاسق آهي امام الطريقة حضرت سيّد عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه ڪتاب الفتح الرباني مترجم موسوم بفيوض يزداني ۾ فرمائن ٿا ته جيڪو شخص جناب رسول الله ﷺ جي اتباع نه ڪري ۽ پنهنجي هڪڙي هٿ ۾ پاڻ ﷺ جي شريعت کي ۽ ٻي هٿ ۾ پاڻ ﷺ جي ڪتاب (قرآن پاڪ) کي جيڪو پاڻ ﷺ تي نازل ٿيو هو نه پروڙي ۽ پاڻ ﷺ هليل واٽ تي حق تعاليٰ ڏي نه هلي اهو هلاڪ ٿئي ۽ وري ٿي ۽ گمراه ٿئي ۽ وري ٿئي، اهي ٻئي قرآن و شريعت حق تعالي ڏي رستو هلائيندڙ آهن. حديث شريف ۾ آيو آهي ته فاسق جي تعريف ڪرڻ سان عرش معلّيٰ ڏڪندو آهي، قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: ان الله لايهدي القوم الفاسقين (بيشڪ الله تعاليٰ فاسق قوم کي هدايت نٿو ڪري) پر جاهل اهرن ماڻهن کي خدا جو ولي سمجهن ٿا ۽ اهو فاسق پير پنهنجي ولايت جو اثبات جاهلن جي زبان تان ٻڌي ڪري خاموش ويٺا هوندا آهن، جاهل هي چوندا آهن ته ميان صاحب نماز پنجگانه مڪي شريف ۾ پڙهن ٿا هتي انکي نماز پڙهڻ جي ضرورت نه آهي ۽ پنهنجي لباس ملامت کان پنهنجو پاڻ کي لڪائن ٿا ميان صاحب کان ڪير ڪجھ پڇندو ته ڪجھ

مدهوش ڪجھ باهوش بنجي هي مصرع فرمائي ڇڏن ٿا: نمـاز عـاشقاں ترڪــــ وجوداستـــ” الله تعاليٰ اهڙن گمراه پيرن کان مسلمانن کي بچائي ۽ انهن جي مجيندڙن کي صراط مستقيم جي طرف هدايت فرمائي (آمين) اها ڳالهه سمجهه ۾ نه ٿي اچي ته عبادات الٰهي سان ڪنهن کي چارو نه آهي، چا انبياء عليهم السلام، چا صحابه رضوان الله عليهم اجمعين ۽ چا ائمّه طريقت رحمة الله عليهم اجمعين، ڪير به هجي هيستائين جو نبي ڪريم التحية والتڪريم فرمائن ٿا ته جيڪڏهن هجي ها عيسيٰ عليه السلام ۽ موسيٰ عليه السلام منهنجي زماني ۾ ته منهنجي پيروي جي بغير انهن کي چارو نه هجي ها. هاڻي هر ماڻهو، پير فاسق هجي يا ان کي مجيندڙ سمجهي وٺي ته جڏهن انبياء اولوا العزم کي بغير اتباع حبيب ﷺ جي چارو نه هجي ته پلا انهن ويچارن فاسق پيرن کي ڪيئن ٿو چارو ٿي سگهي؟ هي عجب بي سمجهي ۽ بي عقلي آهي ته جنهن متقين کي الله تعاليٰ پنهنجو دوست فرمائي انهن جي طرف بدظني ۽ جنهن فاسقن کي الله تعاليٰ پنهنجي هدايت کان بي فائدو هجڻ فرمائي انهن کي خدا جو دوست بنايو وڃي خدا اهڙن ماڻهن جي پيروي کان منع فرمائي ۽ جاهل بي سمجهه انهن جي ڪڏ لڳن الله تعاليٰ صاف فرمائي ڇڏيو: لاتطع منهم آثما او كفورا (گنهگار ۽ ڪافر جي پيروي نه ڪريو) ٻئي هنڌ ارشاد ٿئي ٿو: ما آتاكم الرسول فخذوه ومانهاكم عنه فانتهوا. جيڪو رسول الله ﷺ توهان کي عطا ڪري ان کي توهان وٺي لاهيو ۽ جنهن ڳالهه کان توهان کي روڪي ان کان پري رهو) هن ارشاد ربّ العباد جي خلاف جنهن شئ کي رسول الله ﷺ فرمائن ٿا ان کي اختيار ڪن ٿا ۽ جنهن شئ کي ڪرڻ جو حڪم ڏنو اٿن انکي ڇڏي ڏين ٿا ليڪن ولايت جي دعويٰ ڪندا ۽ پنهنجو

پاڻ کي مبدء هدايت چاڻن تا رَبَّنَااِهْدِنَاالصِّرَاطَالْمُسْتَقِيْمْ،رَبَّنَالَاتُؤَاخِذنَااِنْ نَّسِينَااَو اَخطَأْنَا۔

ترجمو: جنهن ماڻهن جي طبيعت ۾ احڪام شريعت جي وقعت نه آهي مگر جاهلن ۾ انهن جي وقعت اتس. ڪجھ ماڻهو هن تي ڏَنيل آهن ته فلاڻي گادي ۾ اسان جي خاندان جا ماڻهو مريد ٿيندا آيا آهن اسان به انهي جاءِ تي مريد ٿينداسون ۽ ڪوڙ جڳهن تي پيرن جو طريقو به اهوئي آهي ته پيءُ مئو ۽ ان جو پٽ ان جي جڳهِ تي قائم ٿيو ۽ دستار ان جي مٿي تي ٻڌي وئي ۽ اهو به فورا پير بنجي ويئو نه هن سلوڪ جو طريقو طي ڪيو آهي ۽ نه هن کي اجازت باضابطه طريقت جي ملي اتس نه اهو اتباع شريعت تي قائم ٿيو مگر مريدن ۽ گهروارن انکي پير ضروري ٻڌائي ڇڏيو هي طريقو بغير سلوڪ طي ڪيل ۽ بنا اجازت پير بنجي ڪري گادي نشين ٿيڻ اهڙن ماڻهن کان بيعت ڪرڻ يا اهڙن پيرن جو ماڻهن کي مريد ڪرڻ بلڪل غلط ۽ سراسر عقل جي خلاف آهي. بزرگ جي انتقال کان پوءِ هن بزرگ جو اولاد مان يا ان جي مريدن مان جنهن سلوڪ طي ڪيو هجي ۽ انکي اجازت بيعت ڪرڻ جي ملي چڪي هجي ۽ انهن مان به جيڪو سڀ کان چڱو ۽ لائق موافق تحقيقات علماءِ طريقت جي هجي ان جي مٿي تي دستار ٻڌڻ گهرجي. ولايت ڪنهن هي پيءُ جي جاگير نه آهي هڪ نعمت خداوندي آهي توڙي غلام کي عطا فرمائي يا آقا کي جنهن کي عنايت فرمائي ڇڏي ان جو سيني کي ڪرڻ گهرجي ۽ اها مريدي ڪنهن جي گهر جي غلامي به نه آهي بلڪه صراط مستقيم تي هلڻ ۽ خلوص حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهي هي اجا يي ڳالهه آهي ته ڪنهن بزرگ جي انتقال کان بعد ان جي سلسلي جا ماڻهو هن بزرگ جي

ٻارن ٻچن جي هر قسم جي خدمت ڪن اها سٺي ڳالهه آهي ۽ **هل جزآءُالاحسان الّا الاحسان** جي تعميل آهي. سو اي پٽڙا اهڙن ماڻهن کان ته جيڪي فاسق هجن ۽ خدا انهن کي منهنجو دوست نه بنائي انهن کان بيعت نه ٿيڻ گهرجي ۽ انهن جي صحبت کان بچڻ گهرجي چو ته فائدو مفقود ۽ نقصان ظاهر آهي. مولانا رومي رحمة الله عليه فرمائن ٿا:

*دستـــ ناقص دستـــ شيطان استــــ وديو*

*زانکه اندر دام وتکليفـــــ استـــــ ديو*

ترجمو: ناقص جو هٿ شيطان جو هٿ آهي، چو ته هن سراسر مڪاري ۽ تڪليف آهي ۽ انهن جي صحبت ۾ ويهڻ نه گهرجي اگرچه انهن کان عجيب عجيب ڳالهيون ظاهر ٿين ته شريعت ۾ ان کي استدراج چوندا آهن جيئن دلين جو حال بيان ڪرڻ، دلين تي اثر وجهڻ غائب شين جو ٻڌائي ڇڏڻ پاڻ غائب ٿي وڃڻ شينهن جي شڪل بنجي وڃڻ، هوا تي اڏامڻ هي سڀ صفتون شيطان لعين ۽ جوڳين ۽ هندي برهمن ۽ يوناني فلاسفرن ۾ به ٿينديون آهن جيڪڏهن انهن ئي شين جو نالو ولايت آهي ته شيطان ڪفار کي به ولي چوڻ لازم ايندو ۽ صحابه ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين جي ولايت کي پورو نه مڃيو ويندو جيئن ته ڪشف ۽ خرق عادات انهن کان تمام گهٽ ظهور ۾ آيون. مگر عقائد اصحاب ڪبار رضوان الله عليهم اجمعين ته ڪتي تابعين جي مرتبي کي ڪوبه ولي يا امام وقت توڙي ڪيتريون ئي ڪرامتون ۽ تصرفات ظاهر ٿيا هجن نٿو پهچي سگهي ولايت قرب حق ۽ يقين ڪامل ۽ ڪثرت محبت خدا ۽ رسول ۽ اتباع حبيب خدا ﷺ جو نالو آهي چناچه حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رحمة الله عليه جي دريافت ڪرڻ تي ان جي شيخ خواجه باقي باالله

رحمة الله عليه ڪامل جي ڪمال جي سڃاڻپ هڪڙي جملي ۾ فرمائي چڱي. "يقين تر ڪامل تر" ۽ حضرت مولانا رومي رحمة الله عليه به صاف سڃاڻپ ناقص ۽ ڪامل جي فرمائي اٿن:

اے بسا ابلیس آدم روئے ہست

پس بہر دستے نباید داد دست

ترجمو: ڪيئي شيطان ماڻهو جي شڪل ۾ آهن، پوءِ هر هڪ جي هٿ ۾ بغير تحقيق هٿ نه ڏيڻ گهرجي.

ہر کہ او از کشف خود گوید سخن

کشف او را کفش کن بر سر بزن

ترجمو: جيڪا به هو پنهنجي ڪشف سان ڳالهائي، ته ان جي ڪشف جي جتي ان جي مٿي تي هڻ.

ما برائے استقامت آمدیم

نے پے کشف و کرامت آمدیم

ترجمو: اسين شريعت جي احڪامن تي مضبوط رهڻ جي لاءِ آيا آهيون، نه ڪي ڪشف ۽ ڪرامت جي لاءِ آيا آهيون

عروة الوثقيٰ حضرت خواجه محمد معصوم رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته صحبت ناجنس مخالف کان بچ ۽ بدعتي جي صحبت کان پچ ۽ جيڪو مسند شيخي تي ويٺو آهي ۽ ان جا عمل سنت جي خلاف هجن هرگز هزار هرگز ان کان پري هجي بلڪه هن شهر ۾ نه رهو شايد ڪڏهن تنهنجو رجحان ان جي طرف ٿي وڃي ۽ تنهنجي عقائد ۾ فرق اچي وڃي اهو پير چور آهي لڪيل

شيطاني ڦندو آهي اگرچہ ان کان خرق عادات طرح طرح جون ڏسين ۽ دنيا
کان انکي بي تعلق پائين ته ان جي صحبت کان پيچ جيئن شينهن کان ڀڄندا
آهن مقصد شريعت، طريقت، حقيقت معرفت سيني جو هي آهي ته بنده
خاڪي جي بخشش ٿي وڃي ۽ ان جو ڀهريون ذريعو شريعت جي اتباع آهي
۽ اعمال شريعت ۾ خلوص پيدا ٿي وڃڻ هي طريقت آهي ڪنهن جي حال ۽
قال ڪشف ۽ ڪرامت تي انحصار بخشش نه آهي جيڪي حال يا ڪشف
خرق عادات متقي کان ظاهر ٿين اهي نور آهن ۽ انهن کي ڪرامت ۽ برڪت
چونداسين ۽ جيڪي خلاف شرع ماڻهن کان اهڙيون ڳالهيون ظاهر ٿين انهن
کي استدراج چونداسين. هاڻي مان انهن ماڻهن جا حالات بيان ڪريان ٿو
جنهن تي ولايت جا آثار پيدا ٿين ۽ علماء امتي ڪانبياء بني اسرائيل ۽ العلماء
ورثة الانبياء جا اهي مصداق اٿن ۽ انهن جي هٿ ۾ هٿ ڏيئي ڪري سيني کي
نور باطن سان منور ڪيو وڃي ۽ ان جو هٿ چڻ خدا جي هٿ هجي، جيئن
مولانا رومي رحمة الله عليه فرمائن ٿا:

چوں ید اللہ فوق ایدیھم بود

دست اورا دست خود فرمود احد

ترجمو: جڏهن هٿ الله تعاليٰ جو هٿ انهن جي هٿ تي هجي اهڙن
ماڻهن جي هٿن کي الله تعاليٰ پنهنجو هٿ فرمايو آهي.

دست او درکار با دست خدا ست۔

ترجمو: جنهن ماڻهو کي خدا پنهنجو مقبول ڪري وٺي ان جو هٿ تمام
ڪمن ۾ چڻ خدا جو هٿ آهي.

ظاهر ۾ متبع سنت انکي ڏسڻ سان خدا ياد اچي ان جي صحبت ۾ ويهڻ سان دنيا جي محبت ٿڌي ٿئي، وساوس شيطاني ۽ خطرات نفساني گهٽ ٿين، اهي خدا جي عبادت ۾ اڪثر مشغول رهندو هجي، پنهنجي واکاڻ نه ڪندو هجيس، طامع نه هجي، قانع نه هجي ۽ ان جي صحبت ۾ دنيا جون ڳالهيون گهٽ ٿينديون هجن، اڪثر ذڪر خير ٿيندو هجي ان جا مريد اڪثر نيڪ هجن ۽ خدا ۽ رسول الله ﷺ جي محبت جو جذبو رکندا هجن، جڏهن اهي ڳالهيون اُن ۾ موجود هجن ته ان سان قصد بيعت ڪرڻ گهرجي. ليڪن قبل از بيعت استخارو ڪرڻ سنت آهي ۽ پيران عظام جو اهوئي طريقو رهيو آهي جيڪڏهن استخاري ۾ به ان بزرگ جي خوبي معلوم ٿئي ته اهڙي ماڻهو جي هٿ تي بيعت ٿي وڃي ان شاءالله تعاليٰ ان مان ضرور فائدو پهچندو جيڪڏهن مقدّر سان بسبب شامت اعمال باطني فائدو نه به پهچندو ته نقصان به نه ٿيندو، ان جي محبت ۽ پيروي بخشش جي واسطي ڪافي ٿي وئي. حضرت مولانا رومي رحمة الله عليه فرمائن ٿا:

پیر راہ گزیں کہ بے پیر ایں سفر،
ہست رہبر آفت وخوف وخطر

پنهنجي لاءِ مرشد بنائي چو ته بغير مرشد هي سفر گهڻو اڙهانگو ۽ خطرناڪ آهي (يعني شيطان ۽ نفس کي هن گهڻو دوکو ڏيڻ جو موقعو ملي تو)

دامن او گیـــر زود تر بے گمـــان
تا رہی از آفـــت آخـــر زمان

ترجمو: بيشڪ هن بنده خاص جو دامن ترت وٺ تان ته تون هن آخري زماني جي آفتن کَنا بچين.[30]

## مريد ٿيڻ جا آداب

مريد ٿيڻ جي لاءِ اوّلا ٻه ڳالهيون لازمي آهن.

(١) عقيدي ۾ فرقه ناجيه اهلسنت والجماعت جي مطابق هجي.

(٢) فقهاء ڪرام ۽ ائمه مجتهدين جي اقوال جي مطابق عمل ڪرڻ يعني احڪام فقه جو علم ۽ ان جي مطابق عمل اهي ٻئي ڳالهيون جڻ ته بن پرن جي حيثيت رکن ٿيون جڏهن اهي ٻئي ڳالهيون هونديون تڏهن مريد مشائخ جي طرف کان فيض پرائڻ، منازل سلوڪ طي ڪرڻ ۽ مراتب قرب حاصل ڪرڻ جي قابل ٿيندو يعني هڪڙي عقيدي تي ۽ دائره تقليد جي اندر هجڻ ۽ ان جي مطابق عمل ڪرڻ پيو پر هاڻي ٻنهي پرن جي ذريعي اڏامڻ جي قابل ٿيندو ۽ اڏامڻ جو رستو تصوف آهي تصوف ۾ اچڻ ۽ ڪامل ۽ مڪمل مرشد جو مريد ٿيڻ کان اڳ ۾ استخارو ڪري. ان جو طريقو هي آهي ته چڱي طرح وضو ڪري ٻه رڪعتون نماز استخاره پڙهي ته پهرين رڪعت ۾ سورة فاتحه کان پوءِ سورة ڪافرون قُلْ يَاأَيُّهَا الْكَافِرُونَ (الكافرون ١) ٻي رڪعت ۾ سورة فاتحه کان پوءِ سورة اخلاص قُلْ هُوَ اللّٰهُ أَحَدٌ (الاخلاص ١) پڙهي سلام ڦيرڻ کان پوءِ ياعليم ٽيٽيهه (33) ڀيرا پڙهي آخري مرتبي ياعليم سان گڏ علّمني پڙهي اهڙي

[30] (معيار السلوڪ ودافع الاوهام والشڪوڪ ص:40)

طرح 33 ڀيرا ياخبير پڙهي ۽ آخري مرتبي ياخبيراخبرني گڏائي ڪري پڙهي ۽ اهڙي طرح 33 ڀيرا يارشيد پڙهي ۽ آخري مرتبي ارشدني گڏ ملائي. علّمني اخبرني ارشدني پڙهڻ مهل پنهنجو مقصد ۽ نيت دل ۾ ياد رکي ۽ ان باري ۾ پنهنجي رب ڪريم کان دعا گهري ته خواب يا جاڳندي هن مان الله تعالي مونکي باخبر ڪري ڇڏي ۽ ان کان پوءِ مسنون دعا مندرجه ذيل پڙهي:اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْتَخِيْرُکَ بِعِلْمِکَ وَ اَسْتَقْدِرُکَ بِقُدْرَتِکَ وَ اَسْئَلُکَ مِنْ فَضْلِکَ الْعَظِيْمِ فَاِنَّکَ تَقْدِرُ وَلَا اَقْدِرُ وَ تَعْلَمُ وَلَا اَعْلَمُ وَ اَنْتَ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ۔ اَللّٰهُمَّ اِنْ کُنْتَ تَعْلَمُ اَنَّ هٰذَا لْاَمْرَ(هتي پنهنجو مقصد زبان سان چوي يا دل ۾ رکي) خَيْر''لِّيْ فِيْ دِيْنِيْ وَ مَعَاشِيْ وَ عَاقِبَةِ اَمْرِيْ (اَوْ قَالَ عَاجِلِ اَمْرِيْ وَ اٰجِلِهِ) فَاقْدِرْهُ لِيْ وَيَسِّرْهُ لِيْ ثُمَّ بَارِکْ لِيْ فِيْهِ وَ اِنْ کُنْتَ تَعْلَمُ اَنَّ هَذَا الْاَمْرَ اها دعا پڙهي ڪري ساڄي پاسي پاڪ جڳهه قبلي رو ٿي ڪري سمهي پوي جيڪڏهن مراد پوري ٿئي خواب ۾ يا جاڳندي ته مرشد يا تعبير ڄاڻيڊڙ کي ٻڌائي جيڪڏهن ها ۾ اشارو ملي ته عمل ڪري وٺي ورنه پنج يا ست ڀيرا استخارو ڪري يا جيستائين جواب نه ملي ڪندو رهي.

## بيعت جو طريقو

حضرت شيخنا في الطريقه وسندنا في الشريعت ڪامل العصر و مکمل الدهر موصلنا و وسيلتنا الي الله فداه قلبي و روحي و جسمي اخندزاده سيف الرحمٰن صاحب مبارڪ دامت برڪاتهم وفيوضاتهم جي طريقي جي مطابق اولا سورة فاتح هڪ ڀيرو ۽ سورة اخلاص ٽي ڀيرا پڙهي ڪري (يعني هي ان وقت فرمائيندا آهن جڏهن ڪنهن کي مريد بنائيندا آهن ۽ تلقين ذڪر ڪندا آهن) ثواب سلسي جي مڙني مشائخ کي بطور دعا هديو ڪندا آهن پوءِ مريد ٽيڻ واري جا ٻئي هٿ سندس ٻنهي هٿن ۾ بصورت مصاحفه پڪڙيندا آهن. پهرين اعوذبالله من الشيطٰن الرجيم

پوءِ **بسم‌الله‌الرحمٰن‌الرحيم** پڙهندا آهن پوءِ ڪلمه طيّب (**لآاله‌الاّالله‌محمدرسول الله ﷺ**) پاڻ پڙهندا آهن ۽ مريد کي به پڙهائيندا آهن ان کان پوءِ ڪلمو شهادت (**اشهدان‌لااله‌الاالله‌وحده‌لاشريڪله‌واشهدان‌محمداعبده‌ورسوله**) ۽ ان کان بعد ڪلمه تمجيد (**سبحان‌الله‌والحمدلله‌ولااله‌الاالله‌والله‌اڪبر**) پوءِ (**لاحول‌ولاقوة الابالله‌العلي‌العظيم**) پوءِ ڪلمو توحيد (**لااله‌الاالله‌وحده‌لاشريڪله‌له‌الملڪ‌وله‌الحمد يحي‌ويميت‌وهوعليٰ‌ڪل‌شئ‌قدير**) انکان بعد استغفار (**استغفرالله‌الذي‌لااله‌الاهو الحي‌القيوم‌واتوب‌اليه**) هي استغفار ٽي مرتبه پرهندا آهن. ان کان پوءِ ايمان مفصل ( **آمنت‌بالله‌وملائڪته‌وڪتبه‌ورسله‌واليوم‌الآخر‌والقدرخيره‌وشره‌من‌الله‌تعالي والبعث‌بعدالموت**) پوءِ ايمان مجمل (**آمنت‌بالله‌ڪماهوباسمائه‌وصفاته‌وقبلت‌جميع احڪامه‌اقراربالليسان‌وتصديق‌بالقلب**) پوءِ **رضيت‌بالله‌رباوبالاسلام‌ديناوبمحمدنبيا ورسولا ﷺ**. پوءِ جيڪڏهن بيعت نقشبندي سلسي ۾ هجي ته سندن ساڄي هٿ جي آڱرين کو سواءِ انگوٺي جي مريد جي لطيفه قلب تي ( جنهن جي جاءِ کابي پستان کان تقريبا به آڱر هيٺ آهي) رکندا آهن ۽ پهرين زبان سان تي پيرا "**الله‌الله‌الله**" پڙهندا آهن ۽ مريد به پڙهندو آهي پوءِ زبان بند ڪري دل سان ذڪر شروع ڪندا آهن ۽ پوءِ پنهنجي طريقي سان توجهه فرمائيندا آهن ۽ جيڪڏهن بيعت وتلقين طريقه قادريه يا چشتيه يا سهروورديه ۾ هجي ته زباني تلقين فرمائيندا آهن حضور قلبي سان گڏوگڏ اسباق واذڪارِ لساني جي تعليم ڏيندا آهن ۽ انهن جو طريقو ۽ لوازمات سيکاريندا آهن مندرجه بالا ڪلمات ان مريد کي پڙهائيندا آهن جيڪو پهرين مرتبه مريد ٿيندڙ هجي ۽ جيڪڏهن ان کان اڳ ۾ ڪنهن سلسلي ۾ مريد ٿي چڪو آهي ۽ هاڻي ٻي سلسلي ۾ مريد ٿيڻ چاهي ٿو ته اهي ڪلمات پڙهائڻ جي ضرورت نه آهي مثلا ڪو شخص

پهرين طريقه نقشبنديه مريد تي چڪو آهي ان جي تڪميل کان پوءِ هاڻي ٻي سلسلي جي اذڪار جي تلقين چاهي ٿو ته هاڻي وري اهي ڪلمات پڙهڻ جي ضرورت نه آهي البته سورة فاتحه ۽ سورة اخلاص پڙهي ڪري ثواب مشائخ رحمهم الله تعاليٰ جي ارواح ڪي هديو ڪرڻ معمول عند المشائخ آهي ۽ جيڪڏهن ڪلمات مذڪوره ٻيو ڀيرو به پڙهي وٺي ته تجديد بيعت ٿي ويندي جنهن ۾ ڪوبه حرج نه آهي ۽ جيڪڏهن پهرين ڪنهن ٻي پير کان مريد هو هاڻي ٻي جو مريد ٿيڻ چاهي ٿو ته دوباره مريد ٿيندي وقت ڪلمات مذڪوره ڪي پڙهڻ گهرجي. هاڻي رهيو هي ته هڪ پير جي هوندي يا ان جي انتقال کان بعد ٻي پير سان بيعت ٿي سگهن ٿا يا نه؟ ته مڪتوبات شريف دفتر دوم صفحه 175 مڪتوب نمبر 23 ۾ مجدد الف ثاني رحمة الله عليه فرمائن ٿا: " جاڻي وٺ ته مقصود اصلي سلاسل کان الله تعاليٰ آهي ۽ شيخ وصول الي الله جو هڪ وسيلو آهي. جيڪڏهن ڪير شخص هڪ مرشد کان مريد آهي مگر پنهنجي ڪاميابي ڪنهن ٻي پير مان ڏسي ٿو ته جڏهن ان جي صحبت ۾ ويندو آهي ته ان جو قلب جاري و ذاڪر ٿي ويندو آهي ته ان جي لاءِ بالڪل جائز آهي ته ان پير جو مريد ٿي وڃي ۽ پنهنجي پير جي اجازت جي بغير ٿي وڃي جيتوڻيڪ اهو پير حيات هجي البته مرشد اول جو انڪار نه ڪري ۽ بي ادبي کان پاسو ڪري هي ته ان صورت ۾ آهي ته مرشد اول حيات هجي ۽ جيڪڏهن مرشد فوت ٿي وڃي ته هاڻي ڪنهن ٻي ڪامل ومڪمل سان بيعت لازمي آهي ۽ ڏاڍو ضروري اٿس تانته تربيت حاصل ڪري سگهي. ڪجھ ماڻهو چوندا آهن ته اسان جو پير ته رڳو پردي ۾ آهي باقي سڀ ڪجھ معلوم ان کي معلوم آهي لهٰذا اسانکي ڪنهن ٻي وٽ وڃڻ جي ڪهڙي

ضرورت آهي حالانڪه سوچڻ جي ڳالهه هي آهي ته حضور ﷺ به اسان کان صرف پردي ۾ آهي انهن کي به تمام امت جي حالات جو علم آهي ۽ هو ته صحابه ڪرام رضي الله تعالي عنهم اجمعين کي خلفاء راشدين رضي الله عنهم اجعين جي هٿن تي بيعت جي ڪهڙي ضرورت هئي حالانڪه اڄ تائين تمام صحابه ڪرام رضي الله تعالي عنهم اجمعين ۽ اولياء ڪرام رحمهم الله تعاليٰ هڪٻئي کان بيعت ڻيندا ٿا اچن. اهو قول شاه ولي الله محدث دهلوي رحمة الله عليه "القول الجميل" ۾ ارشاد فرمايو ۽ قاضي ثناءالله پاني پتي رحمة الله عليه به " ارشاد الطالبين" ۾ هن ريت ارشاد فرمايو آهي ته جيڪو شخص سندس پير تي حسن اعتقاد ۽ ان جي ڏنل ذڪر جي طريقي جي باوجود ڪجهه باطني يا ظاهري فائدو محسوس نه ڪري يا ان جو ڪامل مرشد فوت ٿي وڃي يا سندس مرشد ۾ ڪو عيب ۽ خلل ڏسي جيڪو فيض کان محروميت جو سبب بنجي ته بنا شڪ شبهي جي ٻي کان بيعت ڪري سگهن ٿا ۽ جيڪڏهن اهو ائين ئي رهيو ۽ ٻي پير جو مريد نه ٿيو ته هي حق پرستي نه آهي بلڪه پير پرستي آهي جنهن جو ڪوبه فائدو نه آهي.

والله اعلم بالصواب

## طريقه اسباق سلسله نقشبنديه سيفيه

### پهريون ذڪر قلبي:

خواجه خواجگان سلطان الاولياء يڪتاء زمانه حضرت علامه مجمع البحرين اخندزاده سيف الرحمٰن صاحب دامت برڪاتهم وفيوضاتهم مريدن کي پهريون ذڪر "قلبي" ڏيندا هئا. هن لطيفي جو رنگ زرد آهي ۽ هي حضرت آدم عليه السلام جي زير قدم آهي. ذڪر هن طرح ڏنو ويندو آهي

جو شهادت واري آڱر مقامِ قلب تي (جيڪو ڏائي پستان کان ٻه آڱريون هيٺ آهي) رکندي زبان سان ٿي پيرا اسم ذات ”الله“ تلقين ڪندا آهن. پوءِ زبان بند ڪرائيندا آهن. سالڪ ذڪر ۾ مشغول رهندو آهي ۽ شيخ ڪامل مڪمل انکي توجه ڪندو آهي. (توجهه چوندا آهن پنهنجي قلبي طاقت ٻي جي دل تي وجهڻ) هيستائين جو ان جو لطيفئه قلب ذاڪر ٿي ويندو آهي هن دوراني ۾ صفات فعليه کان تجلي ٿيندي آهي ۽ ستر هزار حجابات جيڪي الله تعاليٰ ۽ بندي جي وچ ۾ نور وظلمت جا آهن انهن منجهان ڏهه هزار حجابات رفع ٿي ويندا آهن. سالڪ قرب بلاڪيف سان الله تعالي جي قريب ٿي ويندو آهي. هي لطيفو جيئن ته حضرت آدم عليه السلام جي زير قدم آهي ته سالڪ ان جي ولايت مان حصو پائيندو آهي ۽ لطيفه قلب ۾ صفائي پيدا ٿيڻ کان پوءِ ٻيو لطيفو نظر اچي ويندو آهي جيڪو لطيفه روح جي (اصل الاصل) آهي ماسوي الله تعاليٰ جي نسيان ۽ ذات حق سان گڏ محويت لطيفه قلب جي ذاڪر ٿيڻ جي تاثير آهي. لطيفه قلب جي حرڪت ڪرڻ دافع غفلت ۽ دافع شهوت آهي.

## ٻيو ذڪر روحي:

هي ذڪر قلبي جي جاري ٿيڻ کان پوءِ ڏيندا آهن. لطيفئه روح جو رنگ سرخ آهي ۽ هي حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت نوح عليه السلام جي زير قدم آهي. هن جو مقام انسان جي سيني ۾ ساڄي پستان کان ٻه آڱر هيٺ جي طرف مائل ٻه پهلو آهي. هن جو ذڪر ٻه ”الله“آهي. سالڪ هن لطيفي ۾ ٻه ذڪر سان گڏ اٿندي ويهندي هلندي ڦرندي هر حالت ۾ مشغول رهندو آهي ۽ شيخ مبارڪ ان کي توجه ڏيندا آهن هيستائين جو هي لطيفو ٻه ذاڪر ٿي

ويندو آهي ۽ سالڪ تي صفات ثمانيه ثبوتيه ذاتيه حقيقيه مان تجلي ٿيندي آهي ۽ ستر هزار حجابات مان ڏهه هزار حجابات مزيد کڄي ويندا آهن ۽ سالڪ قرب بلاڪيف سان قريب ٿي ويندو آهي. هتي سالڪ حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت نوح عليه السلام جي ولايت مان حصو وٺندو آهي ۽ جڏهن هي لطيفو ذاڪر ٿي وڃي ۽ ان ۾ صفائي پيدا ٿي وڃي ته ان ۾ ٽيون لطيفو نظر اچي ويندو آهي جيڪو لطيفه سر آهي جيڪو اصل اصل الاصل آهي ذڪر روحي جي تاثير اسم ذات جي صفاتي تجلّيات جو ظهور آهي هن لطيفه جي حرڪت سان غصه وغضب جي ڪيفيت ۾ اعتدال ۽ طبيعت ۾ سڪون پيدا ٿيندو آهي۔

## ٽيون حصو ذڪر سرّي:

لطيفه سر جو رنگ اڇو آهي ۽ هي حضرت موسيٰ عليه السلام جي زير قدم آهي هي ذڪر لطيفه روحِي جي جاري ٿيڻ کان پوءِ ڏيندا آهن. هن جو مقام ڏاهي پستان کان به آڱر مٿي مائل به ڪاپو هٿ آهي ان جو ذڪر "الله" آهي ان جو اثر الله تعالي جي شيونات ۽ اعتبارات جو ظهور آهي ۽ هي مشاهدو ۽ ديدار جو مقام آهي. (صاحب ڪشف جي لاءِ) حرص جو خاتمو ٿيندو آهي ديني معاملات ۾ فياضي ۽ فڪر آخرت جي بيداري پيدا ٿيندي آهي هن لطيفي جي ذاڪر ٿيڻ شان گڏوگڏ سالڪ شيونات کان تجلّي وٺندو آهي ۽ هي لطيفو جيئن ته حضرت موسيٰ عليه السلام جي زير قدم آهي ان ڪري ان جي ولايت سان هن ۾ حصو وٺِي وٺي ٿو ۽ ستر هزار حجابات منجهان ڏهه هزار حجابات هتي به کڄي ويندا آهن ۽ سالڪ قرب جي طرف

وڏندو ويندو آهي. هن لطيفي جي صيقل ٿيڻ کان پوءِ هڪ ٻيو لطيفو نظر اچي ويندو آهي جيڪو لطيفه خفي آهي (جيڪو اصل اصل الاصل آهي)۔

## چوٿون ذڪر خفي:

چوٿون ذڪر خفي آهي لطيفه خفي جو رنگ ڪارو آهي ۽ هي حضرت عيسيٰ عليه السلام جي زير قدم آهي هي ذڪر سري جي جاري ٿي وڃڻ کان پوءِ ڏيندا آهن ذڪر خفي جو مقام ساڄي پستان جي بالڪل برابر ۾ يه آڱر مٿي آهي هي ذڪر به اسم جلالت "الله" جو آهي هن لطيفي ۾ سالڪ ذڪر ڪندي صفات صلبيه جي تجلّيات کان بهره ور ٿي ويندو آهي ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ولايت مان حصو وٺي وٺندو آهي گڏوگڏ ستر هزار حجابات منجهان مزيد ڏهه هزار حجابات به ڪڇي ويندا آهن ۽ سالڪ قرب بلاڪيف سان الله تعالي جي قريب ٿي ويندو آهي.

## پنجون ذڪر اخفيٰ:

لطيفه اخفي جو رنگ سائو آهي ۽ هي اسان جي آقا و مولا حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ (جي زير قدم آهي) هي خفي جي پختگي کان پوءِ ڏنو ويندو آهي ان جو مقام لطيفه سري ۽ خفي جي بلڪل وچ ۾ ۽ برابر ۾ آهي هن جو ذڪر به "الله" آهي جڏهن سالڪ ذڪر ڪندو رهي ۽ شيخ کان توجهه وٺندو رهي ته لطيفو به ذاڪر ٿي ويندو آهي ذاڪر هجڻ سان گڏ شان جامع کان تجلي وٺندو آهي ۽ ستر هزار حجابات منجهان ڏهه هزار حجابات قطع ٿي ويندا آهن سالڪ اجا به قريب ٿي ويندو آهي ۽ لطيفو جيئن ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي زير قدم آهي لهٰذا سالڪ ان جي ولايت مان حصو وٺندو آهي هن لطيفي جي ذاڪر ٿيڻ جو اثر هي آهي ته سالڪ

تڪبر، فخر وغرور ۽ خود پسندي کان نجات ۽ حضور واطمينان حاصل ڪري وٺي ٿو ۽ هن لطيفي ۾ سالڪ کي پنهنجو نفس نظر اچي ويندو آهي هي اهو مقام آهي جنهن جي باري ۾ رسول اڪرم ﷺ فرمايو: ”من عرف نفسه فقدعرف ربه“ترجمو: يعني جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو هن پنهنجي رب کي سڃاڻي ورتو. هتي سالڪ تي عارف جو اطلاق ٿي ويندو آهي.

## ڇهون ذڪر نفسي:

ذڪر اخفيٰ جاري ٿيڻ کان بعد ۾ نفسي ذڪر ڏنو ويندو آهي ان جو مقام پيشاني کان مٿان وار اڳڻ جي جڳهه تي آهي ۽ هن جو رنگ خاڪي آهي هن جو ذڪر به ”الله“ آهي لطيفه نفس ۾ ذڪر ڪندي سالڪ نفس کي امّارگي کان اطمينان و راضيت ومرضيت جي طرف وٺي ويندو آهي هيستائين جو نفس مطمئن ٿيڻ کان پوءِ راضيه مرضيه بڻجي ويندو آهي. ۽ ستر هزار حجابات منجهان ڏهه هزار حجابات ٻيا به قطع ٿي ويندا آهن.

## ستون ذڪر قالبي:

لطيفه قالب جو رنگ آتش نما آهي هن ذڪر کي سلطان الاذڪار به سڏبو آهي ۽ ذڪر قالبي به هن جو مقام مٿي جي مٿانهين جانب مٿي جي بالڪل وچ ۾ آهي ليڪن فيض پوري جسم ۾ داخل ٿيندو آهي. هن جو ذڪر به ”الله“ آهي. سالڪ ذڪر ڪندي لطيفي قالب جي عناصر اربعه يعني هوا، باهه، مٽي ۽ پاڻي جي سرڪشي جي اعتدال جي طرف آڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي جنهن کي رسول اڪرم ﷺ جهاد اڪبر سان تعبير ڪيو آهي. جڏهن غزوه خندق کان پاڻ ﷺ ۽ صحابه ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين واپسي فرمائي رهيا هئا (يعني موٽيا پئي) ته پاڻ ﷺ فرمايو”رجعنامن الجهاد

**الاصغر الي الجهاد الاكبر“** (اسين ننڍي جهاد کان وڏي جهاد ڏانهن موٽياسين) هتي گهڻا ماڻهو جهاد اڪبر مان نفس سان جهاد مراد وٺندا آهن پر هي ڀُل آهي ڇو ته رسول اڪرم ﷺ ۽ صحابه ڪرام جا نفوس اڳي کان مطمئن ۽ راضيه ومرضيه هئا ته جهاد اڪبر مان مراد هن حديث ۾ عناصر اربعه سان جهاد ڪرڻ آهي جنهن جي طبيعت ۾ سرڪشي آهي سالڪ جيستائين ان جي طرف متوجهه رهندو آهي ته هي اعتدال جي حالت ۾ هوندو آهي ۽ جيئن ئي توجهه هٽائيندو آهي ته هي پنهنجي اصل (سرڪشي) ڏي موٽندو آهي ۽ انهي ڪري **وَاعۡبُدۡ رَبَّکَ حَتّٰی یَاۡتِیَکَ الۡیَقِیۡنُ (الحجر ٩٩)** يعني مرڻ گهڙي تائين عبادت جو حڪم ڏنو ويو آهي.

لطيفئه قلبي ۾ ذڪر ڪندو سالڪ حجابات نور و ظلمت منجهان ڏهه هزار حجابات ٻيا به ڪاٽي ويندو آهي ۽ وصل عرياني سان مشرف ٿيندو آهي هن جو تاثير رزائل بشريه ۽ علائق دنيويه کان مڪمل آجائي پائي وٺڻ کان پوءِ سموري بدن ۾ ظاهر ٿيندو آهي.

**لطيفن جي عالم امر ۽ عالم خلق جي اعتبار سان تقسيم:**

جتي جتي مقامات اذڪار آهن انهن کي اهل نقشبنديه لطائف چوندا آهن ۽ انهن ست لطيفن ۾ پهريان پنج يعني سيني وارا (قلب، روح، سر، خفي ۽ اخفيٰ) لطيفن کي عالم امر سان موسوم ڪندا آهن ۽ باقي ٻين کي جيڪي آخري آهن لطائف عالم خلق آهن.

# ثبوت لطائف

بعض تصوف جي منڪرن جي ذهن ۾ هي اعتراض پيدا ٿيندو آهي ته اهي مواضع جيڪي صوفياء عظام وٽ لطائف سان تعبير ٿيل آهن ۽ اذڪار ومراقبات جي لاءِ انهن لطائف ۾ مواضع ڪي متعين ڪيل آهن ته ڇا انهن لطيفن ۾ مواضع جو ثبوت قرآن و حديث ۾ آهي يا نه انهن لطائف ۾ مواضع جو ثبوت قرآن مجيد ۾ آهي.

# ثبوت لطيفۀ قلب

**پهريون لطيفه قلب:**

ارشاد باري تعالي آهي: إِنَّ الَّذِينَ يَغُضُّونَ أَصْوَاتَهُمْ عِندَ رَسُولِ اللَّهِ أُولَٰئِكَ الَّذِينَ امْتَحَنَ اللَّهُ قُلُوبَهُمْ لِلتَّقْوَىٰ لَهُم مَّغْفِرَةٌ وَأَجْرٌ عَظِيمٌ (الحجرات٣) ( بيشڪ اهي جيڪي پنهنجي آوازن کي جهڪو رکن ٿا رسول الله ﷺ وٽ اهي ئي آهن جنهن جي دل الله تعاليٰ پرهيزگاري جي لاءِ پرکي ورتي آهي ان جي لاءِ بخشش ۽ وڏو ثواب آهي۔

إِنَّ الَّذِينَ يَغُضُّونَ أَصْوَاتَهُمْ عِندَ رَسُولِ اللَّهِ أُولَٰئِكَ الَّذِينَ امْتَحَنَ اللَّهُ قُلُوبَهُمْ لِلتَّقْوَىٰ لَهُم مَّغْفِرَةٌ وَأَجْرٌ عَظِيمٌ (الحجرات٣)

هن آيت مبارڪ مان پڌرو ٿيو ته تقويٰ جو محل جسم انساني جي دل آهي ڇو ته سموري بدن جي صحت دل جي صحت تي موقوف آهي ارشاد باري تعاليٰ آهي: وَلَٰكِنَّ اللَّهَ حَبَّبَ إِلَيْكُمُ الْإِيمَانَ وَزَيَّنَهُ فِي قُلُوبِكُمْ (الحجرات٧)قلوبڪم (ليڪن الله تعاليٰ توهان کي ايمان پيارو ڪري ڏنو آهي ۽ ان کي توهان جي دلين ۾ آراسته ڪري ڇڏيائين

ارشاد باري تعاليٰ آهي:

لَا يُؤَاخِذُكُمُ اللّٰهُ بِاللَّغْوِ فِي أَيْمَانِكُمْ وَلَكِنْ يُؤَاخِذُكُمْ بِمَا كَسَبَتْ قُلُوبُكُمْ (البقرة ٢٢٥)

(الله تعاليٰ توهان کي نه ٿو پڪڙي انهن قسمن ۾ جيڪي بنا ارادي زبان تان نڪري وڃن، ها ان تي گرفت فرمائيندو آهي جيڪو توهان جي دلين ڪيو.

هن آيت سڳوري مان معلوم ٿيو آهي ته سزا ۽ جزا ڀنهي جو تعلق لطيفئه قلب سان آهي انڪري ته ٻانهو هن قسم تي عندالله ماخوذ آهي جيڪو قصد قلب مان هجي.

ارشاد باري تعاليٰ آهي:

خَتَمَ اللّٰهُ عَلَى قُلُوبِهِمْ (البقرة ٧)

الله تعاليٰ انهن جي دلين تي مهر ڪندو.

ارشاد باري تعاليٰ آهي:

بَلْ رَانَ عَلَى قُلُوبِهِمْ مَا كَانُوا يَكْسِبُونَ (المطففين ١٤)

(بلڪه انهن جي دلين تي ڪٽ چاڙهي ڇڏيو آهي)

ارشاد باري تعاليٰ آهي:

نَزَلَ بِهِ الرُّوحُ الْأَمِينُ (١٩٢) عَلَى قَلْبِكَ لِتَكُونَ مِنَ الْمُنْذِرِينَ (الشعراء ١٩٣)

انکي روح الامين وٺي ڪري نازل ٿيو توهان جي دل تي تانته توهان ڊيڄاريو.

فثبت من هذه الآيات ان موضع الجهل و الغفلة و العلم هو القلب لان القلب فی الحقيقة مخاطب لانه موضع موضع التميز و الاختيار و اما سائر الاعضاء فمسخرة له ان فی ذلک الذکری لمن کان له قلب او القی السمع و هو شهيد۔

سو هنن آيتن منجهان ثابت ٿيو ته جهل، غفلت ۽ علم جي جڳهه انساني بدن ۾ قلب آهي اصل ۾ مخاطب حقيقي قلب آهي انڪري ته هي تميز اختيار جي جڳهه آهي ۽ ديگر اعضاء هن جي قابو ۾ آهن هن ۾ ان شخص جي لاءِ وڏي عبرت آهي جنهن وٽ (فهيم) دل هجي يا اهو (گهٽ ۾ گهٽ دل سان) متوجهه هجي ته (ڳالهه جي طرف) ڪن ئي لڳائيندو هجي.

ارشاد باري تعالي آهي:

أَلَا بِذِكْرِ اللَّهِ تَطْمَئِنُّ الْقُلُوبُ (الرعد٢٨)

ٻڌو الله جي ذڪر ۾ ئي دلين جو چين آهي.

ارشاد باري تعالي آهي:

يَوْمَ لَا يَنْفَعُ مَالٌ وَلَا بَنُونَ (٨٨) إِلَّا مَنْ أَتَى اللَّهَ بِقَلْبٍ سَلِيمٍ (الشعراء ٨٩)

جنهن ڏينهن نه مال ڪم ايندو نه پٽ مگر اهو جو الله جي حضور حاضر ٿيو دل سلامت وٺي ڪري.

جيئن سالم ۾ داغ الله تعالي ڏنو هو گناه ڪرڻ شغل دنياوي جي ڪري دل داغدار ٿيندي آهي. ڪما في الحديث. فائدو: انهن آيتن سڳورن مان چٽو معلوم ٿئي ٿو امين وحي ونبوت وخزانه اسرار الٰهيه غيبيه رڳو انسان جي دل آهي ۾ هي دل تجّليات باري تعاليٰ جو محل آهي. جڏهن انسان سندس دل صاف رکي ته اها دل مسڪن(ٺڪاڻو) تجلّيات بنجي ويندو آهي ۾ تمام اخلاق رزائل دل تان نڪري ويندا آهن ۾ الله جي انوار سان دل منور ٿي ويندي آهي.

**قال رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم في جسد بني آدم لمضغة اذا صلحت صلح الجسد كل هو و اذا فسدت فسد الجسد كله الا و حي القلب.**

ترجمو: رسول الله ﷺ فرمايو بني آدم (انسان) جي بدن ۾ هڪڙو لوٿڙو آهي جڏهن اهو صالح (درست) ٿيندو آهي ته پورو بدن صالح هوندو آهي ۽ جڏهن اهو فاسد (بيڪار) هوندو آهي ته پورو بدن فاسد هوندو آهي خبردار خبردار: اها دل آهي.[31]

**قال الامام فخر الدين الرازى رحمه الله: و معلومة ان العقل فى القلب و لان التكليف مشروطة بالعقل و الفهم قال الله تعالىٰ (اِنَّ السَّمْعَ وَ الْبَصَرَ وَ الْفُؤَادَ كُلُّ اُولٰئِکَ كَانَ عَنْهُ مَسْـؤُلًا (الاسراء ٣٦)) وقرن الله تعالىٰ بذكره السمع و البصر لانهما آلتان للقلب فى تاديه صور المحسوسات و المسموعات.**

ترجمو: امام فخرالدين رازي رحمة الله عليه فرمايو آهي: ته اها ڳالهه معلوم آهي ته عقل قلب ۾ هوندو آهي انڪري تڪليف شرعي به عقل وفهم سان گڏ مشروط آهي الله تعاليٰ فرمايو آهي: بيشڪ ڪن ۽ اک ۽ دل هر ماڻهو کان انهن سڀني جي (قيامت جي ڏينهن) پڇا ٿيندي دل سان گڏ سماعت ۽ بصارت انڪري پيوست ڪيائين ته اهي ٻئي دل جا هٿيار آهن جيڪو محسوسات ۽ مسموعات جي صورتن کي دل ۾ آڻيندا آهن.[32]

# ثبوت لطيفئه روح

**قال الله تعاليٰ: وَيَسْأَلُونَکَ عَنِ الرُّوحِ قُلِ الرُّوحُ مِنْ أَمْرِ رَبِّي (الاسراء ٨٥)**

۽ توهان کان روح جي باري ۾ پڇن ٿا توهان فرمايو روح منهنجي رب حڪم مان هڪ شئ آهي.

[31] (رواه البخاري تفسير مظهري ص: 392 :7)

[32] (تفسير ڪبير جلد 2 ص:390)

قال الله تعالىٰ: فَإِذَا سَوَّيْتُهُ وَنَفَخْتُ فِيهِ مِنْ رُوحِي (الحجر ٢٩)
سو جڏهن مون هن کي نيڪ ڪري ورتو ۽ ان ۾ مون پنهنجي پاران خاص روح ڦونڪي ڇڏيو.

# تعريف روح

دل عليه الكتاب و السنة و اجما ع الصحابة و ادلة العقل انها جسم مخالف بالماهية لهذا الجسم المحسوس وهو جسم نورانى علوى خفيف حى متحرک ينفذ فى جوهر الاعضاء ويسرى فيها سريان الماء فى الورد و سريان الدهن فى الزيتون و النار فى الفخم.

ترجمو: ”ڪتاب وسنت اجماع صحابه رضي الله عنهم اجمعين ۽ عقلي دلائل هن تي ڪن ٿا ته هي روح هڪ جسم آهي جيڪو هن محسوس جسم جو ماهيت ۾ مخالف آهي هي هڪ نوراني علوي باريڪ زنده متحرڪ جسم آهي جيڪو انساني اعضاء ۾ ائين نفوذ ڪندو آهي جيئن ته ورق گلاب ۾ پاڻي ۽ زيتون جي داڻن ۾ تيل ۽ اڱارن ۾ باهه“.[33]

وقال قوم هو جسم لطيف يحيى به الانسان وقيل الروح معنى اجتمع فيه النور و الطيب و العلم و البقاء الاترى انه اذا كان موجودًا يكون الانسان موصوفا بجميع هذه الصفات و اذا خرج منه ذهب الكل.

ترجمو: هڪڙي قوم چيو آهي ته هي روح هڪ لطيف جسم آهي جنهن سان انسان زنده رهي ٿو ۽ هي به چيو ويو آهي ته معنوي شئ آهي. جنهن ۾ نور خوشبوء علم برتري ۽ بقا گڏ ڪيا ويا آهن. ڇا توهان نه ٿا ڏسو! جڏهن هي موجود هوندو آهي ته انسان مذڪوره صفتن سان متصف هوندو آهي ۽ جڏهن هي نڪري ويندو آهي ته هي تمام صفتون نڪري ونديون آهن.[34]

---

[33] (روح المعاني ج 15 ص:155)
[34] (تفسير خازن، 190: 3)

# سِرّ خفي ۽ اخفيٰ جو ثبوت قرآن مان

ارشاد باري تعاليٰ آهي:

وَإِنْ تَجْهَرْ بِالْقَوْلِ فَإِنَّهُ يَعْلَمُ السِّرَّ وَأَخْفَى (طٰه۷)

۽ جيڪڏهن تون پڪاري چوين ته اهو ڳجهه کي ڄاڻي ٿو ۽ انکي انکان وڌيڪ لڪل شئ جو علم آهي.

وقال العلامة العارف بالله تعالیٰ محمد اسماعيل حقی رحمه الله تعالیٰ السر باصطلاح اهل التحقيق لطيفة فوق القلب وهو معدن اسرار الروحانية والخفی لطيفة بين الروح والحضرة الالٰهية وهو مهبة انوار الربوبية وجملتها المشاهدات والمكاشفات وحقائق العلوم الدينية۔

ترجمو: علامه عارف باالله محمد اسماعيل حنفي رحمة الله تعالي عليه لکن ٿا: سر اهل تحقيق جي اصطلاح ۾ هڪ لطيفو آهي جيڪو قلب جي مٿان آهي هي اسرار روحاني جو خزانو آهي ۽ خفي روح ۽ حضرت الٰهيه جي وچ ۾ هڪ لطيفو آهي جيڪو انوار ربوبيت جي جاء نزول (مهبط) آهي هن جملي منجهان مشاهدات، مڪاشفات ۽ حقائق علوم دينيه آهي.(روح البيان)

ديوبندين جي "حڪيم الامت" مولوي اشرف علي ٿانوي لکيو آهي ته: لطيفا ڇهه آهن مطلب هي ته انسان جي جسم ۾ ڇهه جڳهون اهڙيون آهن جو اهي الله تعالي جي انوار وفيوضات ۽ برڪات ڪثيره جو محل آهن. پهريون لطيفو قلب آهي جيڪو ڏائي پستان هي هيٺيان ٻن آڱرين جي برابر آهي ۽ عالم امر جا پنج لطيفا آهن. "قلب، روح، سر، خفي ۽ اخفيٰ"۔

ملا علي قاري رحمة الله عليه فرمائن ٿا:

وبلسان الاشارة بيوت الله عبارة عما يذكر فيه الحق من النفس والقلب والروح والسر والخفى فذكر بيت النفس الطاعات وذكر بيت القلب التوحيد والمعرفة وذكر بيت الروح الشوق والمحبة وذكر بيت السر المراقبة والشهود وذكر بيت الخفى بذل الوجود وترک الموجود۔

ترجمو: ۽ اشارن جي زبان ۾ بيوت الله مان مراد هي آهي ته جنهن ۾ الله تعالي کي ياد ڪيو ويندو آهي نفس، قلب، روح، سر ۽ خفي بيت نفس جو ذڪر طاعات آهن ۽ بيت قلب جو ذڪر توحيد ۽ معرفت آهي، بيت روح جو ذڪر شوق ۽ محبت آهي، ۽ بيت سر جو ذڪر مراقبو ۽ شهود آهي، بيت خفي جو ذڪر پنهنجي وجود کي صرف ڪرڻ (نظرن کان اوجهل ڪرڻ) ۽ موجود کي ڇڏي ڏيڻ.[35]

علامه قاضي ثناءالله پاني پتي رحمة الله تعالي فرمائن ٿا:

وقد انكشف على ارباب القلوب من المجردات القلب والروح والسر والخفى والاخفى والله تعالیٰ اعلم بخلقه۔

ته ارباب قلوب تي مجردات منجهان قلب، روح، سر، خفي، ۽ اخفيٰ جو انڪشاف ٿي چڪو آهي۔[36]

امام اباني مجدد الف ثاني رحمة الله عليه فرمائن ٿا: ڄاڻي وٺو الله تعاليٰ توکي ڀنهي جهانن ۾ ڀاڳ وارو ڪري ته پنج اجزاء عالم امرڪنا، قلب، روح،سر، خفي ۽ اخفيٰ آهن جيڪي عالم صغير انساني جا اجزاء آهن مگر انهن جا اصول عالم ڪبير ۾ آهن جيڪي عناصرِ اربع جي رنگ ۾ آهن هي

---

[35] (المرقات 271: 01)

[36] (تفسير مظهري 437: 01)

